# ڪال گرل

(ڪهاڻيون)



- لڪشمڻ ديو بجلاڻي

# ڪال گرل

(ڪھاڻيون)



ـ لڪشمڻ ديو بجلاڻي

# Call Girl

(Short Stories)

by
Lakshman Dev Bijlani
101,Shanti Apartment,
262, Saket Nagar,
Indore- 452018
Mob: 09424096674



Year: **2013**

Price: ₹.160/-

Type Setting: Bhagwan Babani
B-14, Lakecity Enclave,
Sant Hirdaram Nagar,
Bhopal- 462030
Mob: 09893397340

Publisher: Nari Lachhwani
A-31 New,
Sant Hirdaram Nagar,
Bhopal- 462030
Mob: 08989438294

Printer: Shri Shraddha Offset
Printers, Zone-1,
M.P. Nagar, Bhopal

# ڪال گرل

(ڪھاڻيون)

ليکڪ_لڪشمڻ ديو ٻجلاڻي
101 ، شانتي آپارٽمينٽ
262 ، ساڪيت نگر، اندور_ 452018
موبائيل : 09424096674



سال_ 2013

قيمت : ₹160/_

ٽائيپ سيٽنگ: ڀڳوان ٻاٻاڻي
بي_14، ليڪ سِٽي
سنت هِردارام نگر، ڀوپال
موبائيل: 09893397340

پبلشر: ناري لڇواڻي،
A _31 New,
سنت هِردارام نگر،
ڀوپال_462030

پرنٽر: شري شرڌا فوٽوآفسيٽ پرنٽرس
زون_1، ايم.پي. نگر، ڀوپال

This book has been published with the partial assistance from Madhya Pradesh Sindhi Sahitya Academy, Bhopal

# فهرست

# ڌنيواد

مان شڪرگذار آهيان ناري لچواڻيءَ جو جنهن وقت بہ وقت مونکي ڪهاڻيون لِکڻ لاءِ نہ رُڳو هِمٿايو پر هِن ڪِتاب ڇپائڻ ۾ هر طريقي سان مُنهنجي مدد ڪئي.

مان ٿورائتو آهيان پڳوان ٻاٻاڻيءَ جو جنهن هن ڪِتاب جي نہ رُڳو ٽائيپ سيٽِنگ ۾ مُنهنجي مدد ڪئي پر صلاح ڏيئي ڪي دُرستيون پڻ ڪرايون.

مان پنهنجن گهڻ گهُرن، دوستن ۽ ٻين خير خواهن کي بہ ڌنيواد ڏيڻ چاهيِندس جن سڌي يا اَڻ سڌي نموني اڪثر مونکي لکڻ لاءِ پئي هِمٿايو آهي.

_لڪشمڻ ديو ٻجلاڻي

# بند ڪِتاب

ٻلوءَ جون اکيون کلنديءَ ئي سندس نظر سامهون ڪرسيءَ تي ويٺل نرس تي پيئي. نرس جو چهرو ڏسي هنکي عجيب لڳو. ڇا هو سپنو ڏسي رهيو هو يا نرس جي ويس ۾ سچ پچ ڪلپنا هن جي سامهون هئي. هن جون اکيون کُلنديون ڏسي نرس هن کان پڇيو، ”مسٽر رام، توهان جي طبيعت ڪيئن آهي. ڪجهه گهرجيو؟“

پر ٻلوءَ ته ڄڻ هنجو آواز به ڪين ٻڌو. هو ته ٽڪ ٽڪ نرس جو مُنهن ڏسي رهيو هو. جڏهن نرس پنهنجو سوال وري دهرايو ته ٻلوءَ بنان جواب ڏيڻ جي اکيون بند ڪري ڇڏيون.

ٻلو سوچي رهيو هو ته ڇا هيءَ نرس سچ پچ ڪلپنا هئي. جيڪڏهن ائين آهي ته پوءِ هن کيس ڇو ڪين سڃاتو. نه، هوءَ ڪلپنا ڪين هوندي، هوءَ ضرور ڪا ڪلپنا جي همشڪل آهي۔ هنجو چهرو ڪيترو نه ڪلپنا سان ٿي مليو. ڇا هوءَ ڪلپنا جي ڪا ڀيڻ آهي؟ پر ڪلپنا کي ته ڪا ڀيڻ هئي ئي ڪين. پوءِ چهرن ۾ هيءَ هڪجهڙائي ڪيتري نه اچرج ۾ وجهندڙ آهي!

ٻلوءَ کي ياد هو۔ اڄ کان اُٺويهه ويهه سال اڳ ڪلپنا هنجي پاڙي ۾ رهندي هئي. اُن وقت هو يارهين ۾ پڙهندو هو ۽ ڪلپنا نائين ڪلاس ۾. ڪلپنا جي مُنهن تي هميشه مُرڪ هوندي هئي. ٻلوءَ کي هميشه اهو احساس ٿيندو هو ته جڏهن به ڪلپنا هنجي سامهون ايندي هئي ته هن جي مُنهن تي مُرڪ وڌي ويندي هئي. هڪ ڏينهن ڪلپنا سندس گهر آئي هئي ۽ هڪ اسڪولي ڪتاب لاءِ پڇيو هئائين جيڪو بزار ۾ کيس ڪين ٿي مليو. ائين

آهستي آهستي هوءَ ڪڏهن ڪا ڪاپي يا ڪو ڪتاب وٺڻ ايندي هئي ۽ هڪ ٻن ڏينهن کان پوءِ واپس ڪري ويندي هئي. هڪ ڏينهن ڪلپنا جي واپس ڪيل هڪ ڪاپيءَ ۾ ٻلوءَ کي هڪ ڪاغذ مليو جنهن تي هڪ گيت جون سِٽوُن لکيل هيون :

’سِڪَ ۾ سِڪيءَ کي ڪيِن سِڪاءِ سنهارا
ڏک ۾ ڪين ڏکاءِ پيارا
سڀ حال مُنهنجو، هيڻو حال مُنهنجو‘

اهو پڙهي ٻلوءَ کي ائين لڳو تہ جڻ ڪلپنا اهو گيت هن لاءِ لکيو آهي، هن بہ پنو ڪٽي ڪلپنا کي هڪ پيار ڀريو چٺي لکي ۽ ٻئي دفعي جڏهن ڪلپنا ڪو ڪتاب وٺڻ آئي تہ ان ۾ اها چٺي رکي ڪتاب ڏنو. ٿوري دير کان پوءِ ڪلپنا جي ماءُ غصّي ٿيندي آئي ۽ اچي ٻلوءَ جي ماءُ کي ڌمڪائڻ لڳي تہ جيڪڏهن اڳتي ٻلوءَ ڪلپنا سان ڪا بدتميزي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ پنهنجي مڙس کي چئي هوءَ ٻلوءَ جون ٽنگون ڀڃائي ڇڏيندي. ويندي وقت هوءَ اهو ڪتاب ۽ اها چٺي اُتي ڦٽي ڪري ويئي. ٻلوءَ کي پاڻ تي غصّو بہ پيو آيو ۽ شرم پڻ. ان ڏينهن کان پوءِ هو ڪلپنا کان دور ڀڄڻ لڳو. ڪجھ مهنن کان پوءِ ڪلپنا جي پيءُ جي بدلي ٻئي شهر تي ويئي انڪري ٻلوءَ کي نہ وري ڪڏهن ڪلپنا سان ملڻ جو موقعو مليو ۽ نہ وري هنجي ڪڏهن ياد ئي ڪيس آئي.

اڄ هيتري وقت کان پوءِ ڪلپنا جي همشڪل ڏسي ڪيس اهي سڀ پراڻيون ڳالهيون دل تي تري آيون.

”مسٽر رام، اڪيون ڪوليو ۽ دوا پيئو“، نرس جو آواز ٻڌي ٻلوءَ جي ويچارن جو وهڪرو ٽٽو. هن اکيون کوليون، نرس جي هٿ مان دَوا وٺي

هن پيتي ۽ پوءِ ڪانئس پڇيو، ”نرس، مان هتي گهڻن ڏينهن کان آهيان ۽ اجان ڪيستائين هتي رهڻو پوندو؟“

نرس جواب ڏنو، ”مسٽر رام، توهان پوين ٽن ڏينهن کان بيهوشيءَ جي حالت ۾ هتي آهيو. اصل ۾ توهانکي آرام ڏيڻ جي خيال کان ئي هتي بيهوش ڪري رکيو ويو آهي. باقي سوال آهي توهانجي هتي رهڻ جو، اهو ته توهان تي مُنحصرُ آهي ته توهان ڪيترو جلد ٺيڪ ٿيڻ ٿا چاهيو.“

ٻلوءَ کي ياد آيو ته ان ڏينهن ميٽنگ ۾ سندس طبيعت بگڙي هئي ۽ شايد اتان ئي کيس هتي نرسنگ هوم ۾ آڻي ڀرتي ڪيو ويو هو. پوين ڏهن سالن کان هو آفيس جي ڪمن ۾ پاڻ کي تمام گهڻو مشغول رکي رهيو هو. ميٽنگ، ڪانفرينس ۽ ڪمپنيءَ جي ڪمن ۾ هو ايترو ته اُلجهيل رهندو هو جو هنکي پنهنجي ڪاڏي پيتي يا صحت جو خيال رکڻ جي فرصت به ڪين هوندي هئي. گهڻا دفعا کيس دوستن يارن ۽ آفيسرن صلاح به ڏني هئي ته هو موڪل وٺي ڪجهه ڏينهن آرام ڪري. ائين نه ٿئي جو هنجو شرير ٿڪي پوي- پر هنتي ڪنهن به صلاح جو ڪو اثر ڪين ٿيندو هو. اصل ۾ هو پنهنجي شرير ۽ دماغ کي ائين حد کان وڌيڪ مشغول رکي پاڻ کي دماغي طور ٿڪڻ کان بچائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. ڇاڪاڻ ته ڏهه سال اڳ سندس زال رجني هنکان ان ڳالهه ڪري الڳ ٿي ويئي هئي جو ٻلو ڪمپنيءَ جي ڪمن ۾ هميشه مشغول رهندو هو ، کيس پنهنجي زال لاءِ به وقت ڪين ملندو هو. شاديءَ کانپوءِ ڪجهه ڏينهن تائين ٻنهينن خوش زندگي گذاري هئي پر جيئن ئي شاديءَ جو خمار هنن جي اکين تان لٿو ته رجنيءَ ڏٺو ته ٻلوءَ لاءِ پنهنجو ڪم زال کان به وڌيڪ اهميت ڀريو هو. آفيس جي ڪم سان ٻلو لاڳيتو ٻه ٻه، ٽي ٽي هفتا ٻاهر دؤري تي رهڻ کان به ڪين ڪيٻائيندو هو. جيترا ڏينهن هو شهر ۾ به هوندو هو ته هميشه کيس ڪمپنيءَ جي ڪم جو

ٿي فڪر رهندو هو. ايتري قدر جو موڪلن وغيره وارن ڏينهن تي بہ هو آفيس هليو ويندو هو. رجنيءَ جڏهن ڏنو تہ ٻلو پنهنجي ونهوار ۾ ڪا تبديلي آڻڻ لاءِ تيار ڪين آهي تڏهن هڪ ڏينهن ٻلوءَ جي غير حاضريءَ ۾ هوءَ پنهنجي پيءُ جي گهر هلي ويئي ۽ پنيان چٺي ڇڏي ويئي تہ ٻلوءَ کي جڏهن سندس ضرورت محسوس ٿئي تڏهن هو وڃي کيس وٺي اچي سگهي ٿو. گهر موٽڻ ڪانپوءِ ٻلوءَ جڏهن اها چٺي پڙهي تڏهن هن هڪدم پنهنجي سالي کي فون ڪري رجنيءَ کي واپس موڪلڻ لاءِ چيو. پر رجنيءَ کيس چيو تہ جيستائين هو پاڻ اچي سڀ فيصلا ڪري کيس وٺي نہ ويندو تيستائين هوءَ ڪين ايندي. ٻلو ان وقت ٿي وڃڻ لاءِ تيار ٿيو پر ان وقت سندس مئنيجر فون تي کيس هوائي جهاز رستي بمبئيءَ هڪ ميٽنگ لاءِ وڃڻ لاءِ چيو. ٻلو ان کان انڪار ڪري ڪين سگهيو ۽ اُتان ستن ڏينهن کان پوءِ جڏهن موٽي رجنيءَ کي وٺڻ ويو تہ کيس پتو پيو تہ هوءَ مهني کن لاءِ ڪشمير گهمڻ هلي ويئي آهي. انڪان پوءِ ٻن ٽن مهنن تائين ٻلو ساڻس فون ملائڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو پر رجني پاڻ تہ فون تي ڪڏهن بہ نہ ڳالهايو پر پنهنجي پيءُ کان کيس چوارايو تہ جيڪڏهن هنکي رجنيءَ جي ضرورت هجي تہ ڀريائين اها نوڪري ڇڏي ٻي نوڪري ڪري ۽ پوءِ اچي کيس وٺي وڃي. ٻلوءَ جي اهم کي رجنيءَ جي ان ونهوار اهڙو تہ ڌڪو هَنيون جو هن وري رجنيءَ کي نہ ڪڏهن فون ڪيو ۽ نہ وٺي اچڻ جي ڪا ڪوشش. ان ڳالهہ کي هينئر ڏهہ سال گذري ويا آهن ان وچ ۾ رجنيءَ کيس چٺيءَ رستي طلاق جي پڻ آڇ ڪئي پر ٻلوءَ سندس چٺيءَ جو ڪو جواب ڪين ڏنو. انڪان پوءِ رجنيءَ وٽان ٻيو ڪو احوال ڪين آيو.

رجنيءَ کي وسارڻ خاطر ٻلو ڪم ۾ ايترو تہ جنبي ويو جو هنکي تن من جي ڪا سڌ ٿي ڪين رهي هئي. ڪم جي ٿڪاوت دور ڪرڻ خاطر

هن سگريٽ پيئڻ شروع ڪيو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن شراب جو هڪ ٻه پيگ پڻ پيئندو هو. آخر گهٽي ڪم ڪرڻ ڪري ان ڏينهن ميٽنگ ۾ هنجي طبيعت اوچتو خراب ٿي هئي ۽ ڪيس آٽي نرسنگ هوم ۾ پرتي ڪيو ويو هو.

رات واريءَ نرس جي ڊيوٽي بدلجڻ تي صبوح جو ٻي نرس ڊيوٽيءَ تي آئي. ٻلوءَ ان ڪان رات واريءَ نرس جو جڏهن نالو پڇيو تہ ان نرس کلندي جواب ڏنو، ”ڇا توهان تي بہ هُن جادو ڪري ڇڏيو ! سچ پچ هوءَ ڪا جادوگرڻي آهي. ڪاش هنجي هنر جو رڳو هڪ حصّو ٻئي ڪنهن وٽ هجي ها. هن نرسنگ هوم ۾ هيل تائين اهڙو هڪ بہ مريض ڪين آيو هوندو جنهن تي هن جادو ڪري ڪيس نہ موهيو هجي. مريض جي شيوا اسان بہ ڪريون ٿا پر هوءَ الائي ڇا ٿي ڪري جو هرڪو مريض رڳو سندس لاءِ پيو پڇي. پر مسٽر رام توهان کي مان چتاءُ ڏيئي ڇڏيان هوءَ هڪ بند ڪتاب آهي جنهن کي توهان ڪڏهن بہ کولڻ جي ڪوشش نَہ ڪندا نہ تہ....“ ائين چئي هوءَ چپ ٿي ويئي. ٻلوءَ پهربائين تہ وڌيڪ ڪجھ پڇڻ واجب ڪين سمجهيو پر پوءِ هو پاڻ کي روڪي نَہ سگهيو ۽ چئي ويٺو، ”سسٽر، ان نرس نہ مونتي ڪو جادو ڪيو آهي ۽ نڪو ڪا منهنجي نيت بد آهي. مان تہ رڳو هنجو نالو ٿو ڄاڻڻ چاهيان ڇاڪاڻ تہ منهنجي ڪنهن سڄاڻل سان سندس چهرو هوبهو ملي رهيو آهي. ان بند ڪتاب جي کولڻ جي ڪا ضرورت بہ مان محسوس ڪين ٿو ڪريان. بس ان بند ڪتاب جو رڳو نالو ڄاڻڻ جي خواهش اٿم.“

نرس جواب ڏنس، ”مسٽر ان بند ڪتاب جو نالو آهي ڪلپنا، مسز ڪلپنا. ڇا هنجي باري ۾ توهان ان ڪان بہ وڌيڪ ڪجھ ڄاڻڻ چاهيو ٿا ؟“

ٻلوءَ وڌيڪ ڪجھ ڄاڻڻ نٿي چاهيو. هنکي تہ پنهنجي شڪ جو جواب ملي ويو هو. ٿوري دير ۾ ڊاڪٽر رائونڊ تي آيو ۽ ٻلوءَ جو چارٽ

ڏسندي چيائين، ”مسٽر رام، ائين سمجھو تہ ھن دفعي توھان مؤت جي منھن مان بچي آيا آھيو. اڳتي توھان اھڙا قسمت وارا ٿيندا ان جي خاطري مان ڪين ڏيندس. جيڪڏھن توھان چاھيو ٿا تہ وري اھڙو حادثو توھان سان نہ ٿئي تہ توھان کي اڳتي پنھنجي صحت جو پورو پورو خيال رکڻو پوندو. جيڪڏھن ھن کان پوءِ بہ توھان آرام نَہ ڪيو تہ مان ائين سمجھندس تہ توھان خودڪشي ڪرڻ تي ڪمر ڪسي آھي. ھينئر پڻ توھانکي گھٽ ۾ گھٽ ٽي مھنا پورو پورو آرام ڪرڻو آھي. مون توھانجي ڪمپنيءَ کي توھان کي ٽن مھنن جي موڪل ڏيڻ جي سفارش ڪري چڏي آھي.“

ٻلوءَ جواب ڏيندي چيو، ”ڊاڪٽر صاحب، مان چاھيان ٿو تہ رات جو پنھنجي سار سنڀال ڪرڻ لاءِ ڪا نجي نرس رکان. ڇا توھان کي ان ۾ ڪو اعتراض ٿيندو؟“

ڊاڪٽر جواب ڏنس، ”مسٽر رام، نہ رڳو مونکي انتي سخت اعتراض ٿيندو پر اھو نرسنگ ھوم جي نيمن جي خلاف وڃڻ آھي. اسانجون نرسون تمام ھوشيار آھن. جيڪڏھن توھانکي ڪا شڪايت ھجي تہ اسانکي ٻڌايو“.

ٻلوءَ جواب ڏنس، ”نہ، مونکي ڪنھنجي باري ۾ ڪا شڪايت ڪين آھي. منھنجي چاھنا ھئي تہ منھنجي پنھنجي نرس رڳو منھنجي سار سنڀار لھندي جنھنڪري مونکي ڪجھہ وڌيڪ سھوليت ٿيندي.“

ڊاڪٽر جواب ڏنس،”اسان ڪنھن بہ ٻاھرين نرس کي ھتي ڊيوٽي ڪرڻ جي اجازت ڪين ٿا ڏيئي سگھون. باقي ھا جيڪڏھن توھان کي ھتان جي ڪا نرس پنھنجي لاءِ الڳ ڪپي تہ پوءِ انتي سوچي سگھجي ٿو.“

ٻلوءَ چيس، ”ڊاڪٽر صاحب توھانجي آڇ لاءِ مھرباني. ڪن ذاتي سببن ڪري مان چاھيان ٿو تہ توھانجي نرسنگ ھوم جي نرس مسز ڪلپنا

جي ڊيوٽي منهنجي ڪمري ۾ نہ لڳي. ٻيءَ ڪنهن بہ نرس جي ڊيوٽي منهنجي ڪمري ۾ لڳائي سگھو ٿا ان ۾ مونکي ڪو بہ اعتراض ڪين ٿيندو.“

ان رات ڪلپنا ٻلوءَ جي ڪمري ۾ ڪين آئي. پر صبوح جو ڊيوٽيءَ تان لهڻ کان پوءِ هن ٻلوءَ جي ڪمري جي در وٽ اچي چيو، ”مسٽر رام، ڇا مان اندر اچي سگهان ٿي؟“

ٻلو اجان ڪجھہ جواب ڏئي ان کان اڳ هوءَ ڪمري ۾ گهڙي آئي ۽ چوڻ لڳي، ”مونکي خبر آهي تہ توهان نٿا چاهيو تہ مان توهان جي سار سنڀال لهان. مونکي ان ۾ ڪو بہ اعتراض ڪين آهي. پر مان اهو ڄاڻڻ جي حقدار آهيان تہ مونکان اهڙي ڪهڙي خطا ٿي آهي جو توهان منهنجي ائين بيعزتي ڪري رهيا آهيو؟“

ٻلوءَ جواب ڏنس، ”ڪلپنا، شايد تو مونکي ڪين سڃاتو آهي. ماضيءَ ۾ اسانجي وچ ۾ جيڪي ٿيو انجي ياد اچڻ کان پوءِ شايد تون پڻ ائين ئي ڪرڻ چاهين ها.“

ڪلپنا وراڻيو، ”مسٽر رام، نالي بدلائڻ سان شڪل تہ بدلجي ڪين ويندي آهي. مون تہ پهرئين ڏينهن ئي توهانکي سڃاتو هو. پر هينئر مان هڪ نرس آهيان. منهنجو فرض آهي مريضن جي شيوا ڪرڻ. پنهنجي وِت آهر سندن پرگهور لهڻ. منهنجو ماضي منهنجو نجي معاملو آهي. اهو منهنجي ڊيوٽيءَ جي آڏو ڪڏهن ڪين ايندو.“

ٻلوءَ چيس، ”ڪلپنا، دراصل توکي ڏسي مونکي ماضيءَ جي ياد اچي ويئي جنهنڪري مون پاڻ کي شرمسار پيو محسوس ڪيو. مون سمجهيو تہ شايد تو مونکي ڪين سڃاتو هو انڪري ڪٿي توکي بہ گذريل ڳالهيون نہ ياد اچي وڃن بس رڳو انڪري مون تنهنجي سامهون اچڻ نٿي چاهيو.“ ڪلپنا چيس،”جيڪڏهن توهانجو رڳو اهو ئي اعتراض هو تہ پوءِ

وشواس ڪربو تہ منهنجو ماضي مونکان ڪافي پري هلي ويو آهي. مان تہ اهو بہ وساري چڪي آهيان تہ مان ماضيءَ ۾ ڇا هيس، هاڻي مونکي بس ايترو ياد آهي تہ مان هڪ نرس آهيان ۽ منهنجو فرض آهي پنهنجن مريضن جي ديکہ ڀال ڪرڻ."

ان ڏينهن کان پوءِ ڪلپنا جي ڊيوٽي وري ٻلوءَ جي ڪمري ۾ لڳڻ شروع ٿي ويئي هئي. هوءَ روز رات جو ڊيوٽيءَ تي اچي ٻين سڀني مريضن جو ڪم ڪار لاهي ٻلوءَ جي ڪمري ۾ هلي ايندي هئي. ٻئي هڪ ٻئي کي پنهنجي پنهنجي ماضيءَ جي باري ۾ ٻڌائيندا هئا. ٻلوءَ هنکي ٻڌايو تہ ڪيئن هو ڪلياڻي ٻلرام مان آفيس وارن لاءِ ڪي .بي. رام ٿي ويو ۽ ڪيئن هنجي زال کيس ڇڏي هلي ويئي هئي. ڪلپنا ٻلوءَ کي ٻڌايو تہ هنجي شادي اٽڪل پندرهن سال اڳ ٿي هئي. سندس مڙس هڪ آفيس ۾ اسسٽنٽ مئنيجر هو. کيس تمام تکڙو واڌارو ڪرڻ جي خواهش هئي انڪري هو پنهنجن آفيسرن جي خوب خوشامد ڪندو هو. هنجي اڇا هوندي هئي تہ ڪلپنا پڻ سندس ساٿ ڏيئي آفيسرن جي زالن جي خوشامد ڪري. هو آفيسرن کي خوش ڪرڻ لاءِ هنن کي گهر ۾ خوب دعوتون ڏيندو هو ۽ چاهيندو هو تہ ڪلپنا اهڙن موقعن تي هنجي آفيسرن سان رلي ملي هلي. پر ڪلپنا کي ان مٿئين طبقي جي بيشرمائي بيحيائي بلڪل پسند ڪين هوندي هئي. انهي ڪري ٻنهين جي وچ ۾ تڻتو هلندو رهندو هو. هڪ ڏينهن گهر ۾ آيل هڪ آفيسر شراب جي نشي ۾ اچي ڪلپنا کي ڀاڪر پائڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪلپنا کي غصّو لڳو ۽ هن پنهنجي مڙس کي صاف صاف ٻڌائي ڇڏيو تہ جيڪڏهن انکان پوءِ هن کيس ٻين جي سامهوُن اچڻ لاءِ زور ڪيو تہ هوءَ يا تہ زهر کائي آپگهات ڪندي يا وري کيس طلاق ڏيئي ڇڏيندي. سندس مڙس کي اهو چتيءَ طرح ڏسڻ ۾ آيو تہ هوءَ سندس واڌاري

۾ رنڊڪ ثابت ٿي سگهي ٿي انڪري هن ڪلپنا تي چرترهيڻ هئڻ جو الزام هڻي گهر مان ڪڍي ڇڏيو ۽ طلاق جو نوٽيس ڏنو. پيٽ پالڻ خاطر ڪلپنا نرسنگ جو ڪورس ڪري نرس بڻي هئي. هنجي ملاقات هڪ ڊاڪٽر سان ٿي جيڪو ساڻس شادي ڪرڻ لاءِ راضي هو پر جيئن ته ڪلپنا جو اجان طلاق منظور ڪين ٿيو هو. انڪري هوءَ هن سان شادي ڪري ڪين ٿي سگهيو. ڊاڪٽر هن سان پڪو واعدو ڪيو هو ته هن جي طلاق منظور ٿيڻ کان پوءِ هو هن سان شادي ڪندو ان واعدي جي سهاري ڪلپنا ان ڊاڪٽر سان گڏ ٻه رهڻ شروع ڪيو هو. ڪلپنا جي مڙس کي پنهنجو الزام سچو ثابت ڪرڻ ۾ ڪا تڪليف ڪين ٿي. ٻنهينن جو طلاق ٿيو پر جيئن ان وقت ڪلپنا جي پيٽ ۾ ڊاڪٽر جو ٻار هو انڪري هنن پنهنجي شادي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ ڪرڻ جو ويچار ڪيو. ان وچ ۾ ڊاڪٽر کي اميرڪا مان وڌيڪ پڙهڻ جي اسڪالرشپ جي آڇ ٿي. هو ڪلپنا کي اهو چئي هليو ويو ته ٻار ٿيڻ کانپوءِ هو ٻنهينن جي ويزا جو بندوبست ڪري ڪين پاڻ وٽ گهرائيندو. ڪلپنا هنجو انتظار ڪندي رهي. پهرٻائين ته ڊاڪٽر جون جلد جلد چٺيون آيون پر پوءِ اهي آهستي آهستي گهٽجنديون ويون ۽ هڪ سال کان پوءِ بلڪل اچڻ بند ٿي ويون. ٽن سالن کانپوءِ ڊاڪٽر ڪيس خبر ڏني ته جيئن ته هنجي پڙهڻ جي ويزا ختم ٿيڻ تي هنکي واپس پي موڪليائون ته هن انکان بچڻ خاطر هڪ اميرڪي ڇوڪريءَ سان شادي ڪري ڇڏي آهي انڪري هوءَ پڻ شادي ڪري سگهي ٿي. ڪلپنا ٻڌايو ته ڊاڪٽر مان ٿيل سندس پٽ هن وقت ڏهين سالين جو هو جنهن سان گڏ هوءَ رهندي هئي.

ٻن هفتن جي آرام کانپوءِ ٻلو نيڪ ٿيو ۽ ڪيس گهر وڃڻ جي موڪل ملي. جنهن ڏينهن ٻلوءَ جو گهر وڃڻ طئہ ٿيو انکان ٻہ راتيون اڳ ٻلوءَ ڪلپنا کي چيو، ”ڪلپنا ڏسڻ ۾ تو اچي ته ڀڳوان اسان ٻنهينن کي هڪ

ٻئي لاءِ ناهيو آهي. ائين نہ هجي ها تہ شاديون ٿيڻ کان پوءِ بہ اسان ٻئي پنهنجن ساٿين کان ائين الڳ ڪين ٿيون ها ۽ هينئر هنن حالتن ۾ هڪ ٻئي سان ڪين گڏجون ها. سو جيڪڏهن توکي ڪو اعتراض نَہ هجي تہ پيڳوان جي ان اڇا مطابق اسان پاڻ ۾ شادي ڪريون.“

ڪلپنا جواب ڏنس، ”مسٽر رام، توهان منهنجي باري ۾ سڀ ڪجهہ ڄاڻندي بہ اهڙي آڇ ڪندا، اها اميد ڪين هيم. منهنجو هڪ پٽ بہ آهي ان ۾ ايتري سمجهہ آهي تہ هو سمجهي سگهي تہ سندس ماءُ ٻئي سان شادي ڪري رهي آهي. نہ مون ڪڏهن شاديءَ جو سوچيو آهي ۽ نہ وري شادي ڪري پنهنجي پٽ کي تڪليف ڏينديس.“

ٻلوءَ جواب ڏنس، ”ڪلپنا اسان هن وقت عمر جي ان ڏاڪي تي آهيون جتي شادي شاريرڪ سکہ جو وسيلو نہ پر مانسڪ سکہ جو آڌار آهي. مان بہ ڪمپنيءَ ۾ ان عهدي تي پهچي چڪو آهيان جتان اڳتي وڌڻ خاطر مونکي وڌيڪ ڪوشش ڪرڻ جي ضرورت ڪين پوندي. ڊاڪٽرن بہ هاڻي گهٽ ڪم ڪرڻ ۽ وڌيڪ آرام ڪرڻ جي صلاح ڏني آهي. ان لاءِ مونکي اهڙي جيون ساٿيءَ جي ضرورت آهي جيڪو مانسڪ سهارو ڏيئي سگهي. توکي بہ تہ ٻڍاپي جي سهاري جي ضرورت پوندي. اڄ ڇاهي تو پنهنجي پٽ کي هنجي پيءَ جي باري ۾ ڪجهہ بہ ٻڌايو هجي پر اڳتي ڪيس پتو تَہ پوڻو ئي آهي تَہ هو هڪ ناجائز ٻار آهي. پوءِ ڇو ڪين تي هنکي هڪ پيءَ جو نالو ڏين؟ جيڪو مان ڏيڻ لاءِ تيار آهيان. مونکي ڪا تڪڙ بہ ڪين آهي. ڀل سوچي سمجهي جواب ڏج. جيڪڏهن توکي منهنجي آڇ منظور هجي تہ هن نوڪريءَ تان استيعفا ڏيئي تون مون سان گڏ هلي سگهين ٿي. اسان ڀهرائين هلي سول مئريج ڪنداسين ۽ پوءِ تنهنجي پٽ کي وٺي هلنداسين. انڪري ٿڌي سيني سان سوچي جواب ڏج.“

ٻيءَ رات ڪلپنا ڊيوٽيءَ تي ڪين آئي. هنجي ڪا درخواست بہ ڪين آئي جو ڪنهن کي پتو پوي تہ هوءَ ڇو ڪين آئي آهي. ٻلو سڄي رات سوچيندو رهيو. صبوح جو ڪمپنيءَ جي ڪار هنکي وٺڻ لاءِ آئي. هو نرسنگ هوم جي هر هڪ ملازم سان موڪلائڻ ۾ وقت وڃائڻ لڳو. هو سايو ڪري وڃڻ ۾ دير لڳائي رهيو هو تہ شايد ڪلپنا اچي وڃي. پر هوءَ ڪين آئي. آخر مايوس من سان ٻلو ڪار ۾ وڃي ويٺو. ان وقت هڪ ننڍي ڇوڪريءَ اچي کيس هڪ چٺي ڏني. چٺيءَ ۾ ڪلپنا لکيو هو؛

"مسٽر رام،

پورين ڇتيهن ڪلاڪن کان مان توهانجي آڇ جي باري ۾ سوچيندي رهي آهيان. سچ پچ اهڙيون آڇون ڪن نصيب وارين کي ملنديون آهن. پر مان ان نتيجي تي پهتي آهيان تہ توهان جي آڇ قبول نہ ڪرڻ ئي حالتن جي تقاضہ آهي. مان توهان سان شادي ڪرڻ نٿي چاهيان ان جو اهو مطلب هرگز ڪين آهي تہ مونکي توهان لاءِ ڪا نفرت آهي. منهنجي من ۾ توهان لاءِ هميشه عزت رهي آهي. اُهو تہ منهنجي ماءُ ڪتاب ۾ توهانجي چٺي ڏٺي هئي نہ تہ تہ مان کيس اهو ڪڏهن ڪين ٻڌايان ها. ويہ سال اڳ پڻ قسمت مونکي توهانجي پيار کان محروم ڪيو هو ۽ هينئر پڻ قسمت کي اهو منظور ڪين آهي. توهان جو اهو چوڻ برابر آهي تہ منهنجي پٽ کي پيءُ جي نالي جي ضرورت آهي. اهو تہ مون کيس هن کان اڳ ڏيئي ڇڏيو آهي جنهنجو هو اصل ۾ پٽ آهي. وڏو ٿيندو تہ مان ئي سڀ ڳالهيون ٻڌائيندي‌سانس. پوءِ هن جيڪي فيصلو ڪيو. توهان کي برابر هڪ جيون ساٿيءَ جي ضرورت آهي. خاص ڪري توهانجي هن بيماريءَ جي ڪري توهانکي مانسڪ آرم ڏيڻ ۽ سار سنڀال لهڻ واري جي درڪار آهي. اها اصل ۾ توهانجي پتنيءَ جي روپ ۾ اڳيئي موجود آهي. رڳو اڳتي وڌي توهانکي

هن تائين پهچڻو آهي پوءِ هوءَ توهان تائين خود وڏي ايندي. جيڪڏهن توهانجي من ۾ منهنجي لاءِ سچو پيار آهي تہ پوءِ منهنجي صدقي رجنيءَ کي پاڻ وٽ وٺي اچو. هوءَ ئي توهان جي زندگيءَ جي خال کي پريندي. باقي جڏهن بہ توهانکي ڪنهن بہ نرس جي ضرورت پوي تہ مان اچي حاضر ٿينديس. نرسنگ هوم مان فون نمبر وٺي رکو مونکي اطلاع ڪجو مان اچڻ ۾ دير اصل ڪين لڳائينديس. پر مونکي وشواس آهي تہ رجنيءَ کي پائي توهان کي وري ڪنهن بہ نرسنگ هوم جي درڪار ڪين ٿيندي. بس رکو هڪ دفعو رجنيءَ کي سندس حق واپس ڏيو پوءِ ڏسجو هيءَ ڪلپنا سچ پچ رکو هڪ ڪلپنا ئي رهجي ويندي."

_ڪلپنا

ٻلو اُداس من سان گهر پهتو. رستي تي هن من ۾ هڪ فيصلو ڪري ورتو. گهر پهچڻ شرط هن فون ڪٽي نمبر ملايو. جڏهن ٻئي طرف کان آواز آيو تہ ٻلوءَ چيو،"مان ٻلو ڳالهائي رهيو آهيان. مهرباني ڪري مسز رجني ڪلياڻيءَ سان ڳالهارايو."

*

# ڪال گرل

بس اسٽاپ تي هڪ ڇوڪري ڪنهن جو انتظار ڪري رهي هئي. سندس عمر ويهن کان پنجتيهن سالن جي وچ ۾ ڪجھ به ٿي سگهي ٿي. ٻه ٽي بسيون آيون ۽ هليون ويون پر ڇوڪريءَ ڪنهن به بس ۾ چڙهڻ جي ڪوشش ڪين ڪئي. ڇوڪريءَ کي ويهن ٻاويهن سالن جو هڪ ڇوڪرو ڪيتري دير کان ڇتائي ڏسي رهيو هو. ڇوڪريءَ کي به اهو اندازو لڳي چڪو هو ته اهو ڇوڪرو ڪيس ڏسي رهيو آهي. ٿوري دير کان پوءِ ڇوڪري اڳتي وڌي ڇوڪريءَ کي چيو، ”مس، ڇا تون ڪنهن جو انتظار ڪري رهي آهين؟“

ڇوڪريءَ مسڪرائيندي جواب ڏنس،”انتظار ته آهي، ڏسجي پورو ٿئي ٿو يا نه.“

ڇوڪريءَ کي مُسڪرائيندو ڏسي، ڇوڪري چيو،”جيڪڏهن توکي ڪو اعتراض نه هجي ته مان به هتي بيهي ڪنهن جو انتظار ڪريان.“

ڇوڪريءَ جواب ڏنس،”مونکي ڪهڙو اعتراض ٿي سگهي ٿو. سرڪاري سڙڪ آهي. ڪنهنکي به اُتي بيهڻ جو حق آهي. ڇا توهان هن شهر ۾ نوان آيل آهيو؟“

ڇوڪري جواب ڏنو،”ائين ئي سمجھ.“

ائين چئي ڇوڪرو اُتي ئي بيهي رهيو. ٻئي چپچاپ هئا. ٽي چار بسيون ٻيون به آيون ۽ هليون ويون پر ٻنهينن مان ڪنهن به انهن ۾ چڙهڻ ۾ چاهه ڪين ڏيکاريو. ٿوري دير کان پوءِ ڇوڪريءَ ٻنان ڪنهن کي مخاطب ٿيندي چيو،”ڏسڻ ۾ ٿو اچي ته وڌيڪ انتظار ڪرڻ بيڪار آهي.“

چوڪري اهو ٻڌي چيس،"انتظار کي ختم ڪرڻ تہ پنهنجي هٿ ۾ ٿيندو آهي. ڏس مان بہ ڪنهن جو انتظار ڪري رهيو آهيان پر جيڪڏهن ڪنهن جو ساٿ ملي تہ اهو انتظار اتي ئي ختم ٿي ويندو."

چوڪريءَ چيس،"ڏسڻ ۾ تو اڃي تنهنجي عمر برابر گهٽي ڪين آهي پر دنيا جو توکي ڪافي آزمودو آهي. هاڻي ڪنهن جو ساٿ بہ تہ ائين ڪين ملندو آهي. ان لاءِ ڪجهہ تہ جفا ڪرڻي پوندي آهي."

چوڪري جواب ڏنس،" تنهنجو چوڻ برابر آهي. ڪنهن جو ساٿ پائڻ خاطر مان ڪجهہ بہ جفا ڪري سگهان ٿو. جيڪڏهن توکي ڪنهن خاص جو انتظار نہ هجي تہ تون مونکي ساٿ ڏيئي سگهين ٿي. ان لاءِ چئہ تہ مونکي ڪيتري جفا ڪرڻي پوندي؟"

چوڪريءَ کلندي چيو،"ڏسڻ ۾ تو اچي تہ توهان هن راهہ جا ڪي پراڻا پاپي آهيو. خير مان تہ تيار آهيان. پر جفا توهان کي ڪافي مهنگي پوندي."

چوڪري چيو،" ڪنهن حسينا جو ساٿ پائڻ خاطر مهنگي سهنگيءَ کي ٿورو ئي ڏسبو آهي. ڪائڻ، پيئڻ ۽ ٻين خريدن کان سواءِ تون ٻڌاءِ تہ تنهنجو ساٿ پائڻ ڪيترو مهانگو ٿيندو؟"

چوڪريءَ چيس،"پنج سؤ . اهي بہ اڳوات تنهن کان سواءِ جڳهہ وغيره جو انتظام بہ توکي ڪرڻو پوندو."

"منظور" ائين چئي چوڪري اتان هڪ لنگهندڙ ٽئڪسيءَ کي آواز ڏنو ۽ ٻئي ان ۾ چڙهي روانا ٿيا.

سندس نالو هو سيما. پر اهو سندس اصلي نالو ڪين هو. سندس اصلي نالي جي ڪنهن کي بہ خبر ڪين هئي ڇاڪاڻ تہ هوءَ ڪنهن بہ شهر ۾ ڇئن پنجن سالن کان وڌيڪ ڪين رهندي هئي. هر نئين شهر ۾ هنجو نالو بہ

نئون هوندو هو. هِن شهر ۾ آئي ڪيس تي سال ٿيا هئا. روز شام جو هوءَ سهي سنيري نڪرندي هئي ۽ سنيما يا بس اسٽاپ جي ٻاهران ڪنهن نہ ڪنهن کي ڦاسائيندي هئي. اهڙو ڪو ورلي ڏينهن هوندو هوجو هوءَ پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ڪين رهي هجي. هن ڪافي پئسا گڏ بہ ڪيا هئا ۽ جيڪڏهن چاهي ها تہ رڳو انهن جي وياج تي سُکي زندگي گذاري سگهي ها. پر هنجو چوڻ هو تہ هڪ ڏينهن تہ اهو اچڻو آهي جنهن کان پوءِ هنکي ڪمائيءَ جو ڪو ذريعو ڪون رهندو. پوءِ چو ڪين ان ڏينهن اچڻ کان اڳہ هوءَ پنهنجي بچت ايتري وڌائي جو ان کان پوءِ بہ هوءَ شان ۽ مان سان زندگي گذاري سگهي. ان کان سواءِ پوين پندرهن سالن ۾ هن اهڙي تيز رفتار سان زندگي گذاري هئي جو هينئر ان کي روڪڻ يا انجي رفتار گهٽائڻ هن پنهنجي وس کان ٻاهر ٿي سمجهيو. پنهنجي اڪيلي زندگيءَ جو سوچي هوءَ ڏکي ٿيندي هئي ۽ انکي وسارڻ خاطر هنکي شراب جي ضرورت هوندي هئي ۽ ان لاءِ پئسي جي. انڪري اِها هوندي بہ پنهنجي زندگيءَ جي راهہ بدلائڻ هن لاءِ ممڪن ڪين هو.

سيما ۽ ان ڇوڪري پهريائين گڏ پڪچر ڏٺي ۽ پوءِ هڪ هوٽل ۾ ويهي ٻنهينن روٽي کاڌي. روٽي کائيندي ڇوڪري سيما کان پڇيو تہ ”گهر يا هوٽل؟“

سيما جواب ڏنو،”گهر هجي تہ بهتر. اجايو ڇو تنهنجا فالتو خرچ ٿين.“

هوٽل ۾ کاڌي جو بل چڪائي ٻئي ٻاهر نڪتا. هوٽل جي دروازي وٽ هڪ هارَ وڪڻڻ واري کان سيما هڪ موتئي جي گلن جي هڪ ويڻي وٺي پنهنجي چوٽي ۾ ٻڌي. ٻئي وري هڪ ٽئڪسيءَ ۾ چڙهي هڪ وڏي بلڊنگ جي سامهوُن اچي لٿا. رستي تان ان ڇوڪري انگريزي شراب جي

هڪ بوتل پڻ ورتي. ان بلڊنگ جي ستين ماڙ تي ڇوڪري کيسي مان ڪُنجي ڪڍي فلئٽ جو دروازو کوليو. فلئٽ ڪافي ڪشادو ۽ آرام ديهه پي لڳو جنهن مان سيما کي انجي مالڪ جي شاهوڪاريءَ جو بخوبي اندازو لڳي رهيو هو. هوءَ سوچي رهي هئي ته هنکي شايد ڪجهه وڏيڪ گهُر ڪرڻ کپندي هئي.

ڊرائينگ روم ۾ ميز تي شراب جي بوتل رکندي ڇوڪري سيما کي فرج مان سوڊا ڪڍي به ڊرنڪس ٺاهڻ جو چيو ۽ پاڻ ٻئي ڪمري ۾ هليو ويو. ڊرائينگ روم جي ڪنڊ ۾ پيل فرج مان سوڊا ڪڍڻ لاءِ سيما جيئن وڌي ته فرج مٿان رکيل فوٽي کي ڏسي هنجا پير رڪجي ويا. فوٽو هڪ جوان جو هو جنهن جي منهن تي مرڪ هئي جڻ هو سيما کي اُتي ڏسي مرڪي رهيو هو.

فوٽي کي ڏسي سيما اجان ڪجهه سوچي رهي هئي ته پوئتان ڇوڪري جو آواز ٻڌي هن ڇرڪ ڀريو. ڇوڪرو چئي رهيو هو _

"ڇا ڏسي رهي آهين؟"

سيما پڇيو،"هي فوٽو ڪنهن جو آهي؟"

ڇوڪري جواب ڏنو،"اهو منهنجي وڏي ڀاءُ جو فوٽو آهي جنهن جو هي فلئٽ آهي. هن وقت هو ڪشمير ويل آهي."

سيما پڇيس، "۽ تنهنجي ڀاڄائي ۽ ٻار؟"

ڇوڪري کلندي جواب ڏنو،"دادا جڏهن شادي ئي ڪين ڪئي آهي ته ٻار وري ڪٿان ٿيندس. انڪري نه ڪا ڀاڄائي ۽ نه ڪي ٻار."

سيما عجب مان پڇيو،" تنهنجي ڀاءُ شادي ڪين ڪئي آهي! ڏسڻ ۾ ته ڪافي ڀيرو جوان آهي. فلئٽ جي حالت به ائين ٿي ٻڌائي ته ڪيس پئسي جي ڪمي به ڪين هوندي. پوءِ هن اجان تائين شادي ڇو ڪين ڪئي

آهي؟ ڪا بہ ڇوڪري هن سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندي.“

ڇوڪري جواب ڏنو،”انجو جواب تہ مون وٽ ڪين آهي ڇاڪاڻ هو مونکان ڪافي وڏو آهي انڪري مونکي انجو سبب پڇڻ جي نہ جرئت آهي ۽ نڪو حق. پر دادا جي هڪ دوست مونکي ٻڌايو هو تہ ڪاليج ۾ هن جو ڪنهن ڇوڪريءَ سان پيار ٿي ويو هو ان ۾ ناڪامياب ٿيڻ کان پوءِ هن شادي نہ ڪرڻ جو قسم کاڌو آهي.“

سيما چيس،”ڇا هن زماني ۾ بہ اهڙا ڪي اجان آهن جيڪي اهڙو پيار ڪري سگهن ٿا؟“

ڇوڪري انتي ڪو جواب ڪين ڏنو. هن اڳتي وڌي فرج مان سوڊا ڪڍي ڊرنڪس ٺاهيون ٻنهينن هڪ صوفا تي ڳڌ ويهي شراب پيتو. ڇوڪري جي ٻانهن هردم سيما جي ڇيلهہ پوئٽان ويڙهيل هئي. شراب ڪافي اوچو ۽ مهانگو هو پر اڄ سيما کي ان مان ڪو مزو ڪين اچي رهيو هو. هوءَ سوچي رهي هئي تہ هڪ طرف هن ڇوڪري جو اهو پياءُ جنهن پيار خاطر اجان تائين شادي ڪين ڪئي آهي ۽ هوءَ پاڻ روز هڪ شادي ڪري رهي آهي. ٻنهينن جي زندگيءَ ۾ ڪيترو نہ فرق آهي. هڪ آسمان جي اوچاين تي آهي تہ ٻيو غرت جي اوناهين ۾.

هنجي نظر وري وري فرج تي پيل فوٽي ڏانهن تي ٿي ويئي. هوءَ سوچي رهي هئي تہ دنيا ۾ ان ڇوڪري جي سياءُ جهڙن هوندي بہ ڇو هوءَ سچي پيار لاءِ سڪايل هئي.

سيما کي ياد هو تہ هوءَ جڏهن ڪاليج ۾ پڙهندي هئي تڏهن سندس ڪلاس ۾ بہ هڪ نؤجوان پڙهندو هو، نالو هوس ڪيرت. هوشيار ۽ ذهين پر بلڪل سادو، نہ ڪا عادت ۽ نہ اَجايو وقت وڃائڻ جي فرست. هو يا تہ لائبرريءَ ۾ ملندو هو يا ڪلاس ۾. سيما بہ ان وقت اڄ واري سيما ڪين هئي.

هوءَ هڪ ڇڙواڳ قسم جي ڇوڪري هوندي هئي. جنهن جو پورو وقت ڪاليج جي انهن وديارٿين سان گذرندو هو جنجي لاءِ ڪاليج گيان جي جڳهه نه پر شغل جي جڳهه هوندي هئي. سيما سڄو سال بنان پڙهڻ جي ئي گذاريندي هئي ۽ امتحانن جي ڏينهن ۾ هوءَ ڪيرت کان سندس نوٽس وٺي پڙهي پاس ٿيندي هئي. انڪري هوءَ ڪيرت جي عزت ڪندي هئي. بي.اي. جي آخري سال ۾ جڏهن امتحان کان پوءِ هوءَ ڪيرت کي سندس نوٽس واپس ڏيڻ ويئي ته ڪيرت ساڻس شادي ڪرڻ جي چاهنا ڏيکاري هئي. پر سيما کي ڪيرت لاءِ عزت هئي پيار نه. انڪري هن ڪيرت جي آچ کي ڳالهين ۾ ٽارڻ چاهيو. پر ڪيرت ان ڏينهن رڳو هڪ ئي ڳالهه تي هو ته سيما کيس صاف صاف ٻڌائي ته هوءَ هن سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهي يا نه چاڪاڻ ته هو کيس ازحد پيار ڪندو آهي. سيما ڪيرت کي چيو هو ته هنجو پيار ۾ ڪو وشواس ڪين آهي، پرش استريءَ کي وش ۾ ڪرڻ خاطر ئي پيار جو ڍونگ ڪندو آهي، اصل ۾ پرش پنهنجي واسنا کي پيار جي نالي ۾ لڪائي پيش ڪندو آهي. واسنا بي بقاوُ آهي ۽ انڪري ان تي ٽڪيل سڀ سنبنڌ پڻ بي بقا ٿيندا . استريءَ پرش جو سنبنڌ پڻ واسنا تي ٽڪيل آهي ۽ واسنا جو بنڌن ڪڏهن به پڪو ۽ مضبوط ڪين ٿو ٿي سگهي پوءِ چاهي ان بنڌن تي شاديءَ جي ڇاپ ڇو نه لڳل هجي. سيما جو جواب ٻڌي ڪيرت چپ ٿي ويو هو. سيما پنهنجي ڇڙواڳ زندگي ۽ شاديءَ جي باري ۾ پنهنجن انهن خيالن جي ڪري ڏيري ڏيري هڪ ڪال گرل بڻجي ويئي هئي. ڪيرت جي تصوير هنجي ذهن تان بلڪل ميسارجي ويئي هئي. پر اڄ فرج جي مٿان پيل تصوير، ڪيرت جي پيار جي انهن ڳالهين جي ياد تازي ڪري ڇڏي.

”ڪهڙن خيالن ۾ گم ٿي ويئينءَ؟“ ڇوڪري جو سوال ٻڌي سيما جي خيالن جو سلسلو ٽٽو. هن ڏٺو ته سندس شراب جي گلاس ۾ پيل برف

بلڪل ڳري چڪي آهي ۽ ڇوڪري جو گلاس پورو خالي ٿي چڪو آهي.
ڇوڪري سيما کي چيو،" هن طرف باٿروم اٿيئي. هٿ منهن ڌوئي تازي توانِي ٿي هن ڪمري ۾ اچ، تيستائين مان بہ ڪپڙا بدلائي وٺان."

ائين چئي ڇوڪرو ٻئي ڪمري ۾ هليو ويو. ڇوڪري جي اُتان وڃڻ کان پوءِ سيما هڪ دفعو وري فرج تي پيل فوٽي کي ڏٺو. هوءَ ڪجهہ سوچي اُٿي ۽ فرج ڏانهن وڌي.

ٿوري دير ۾ ڇوڪرو واپس ڊرائينگ روم ۾ آيو ۽ سيما کي اُتي نہ ڏسي هن پنهنجي گلاس ۾ ٿورو شراب وجهي هڪ ڍُڪ ۾ پيتو. پنجن منٽن کان پوءِ بہ جڏهن سيما باٿروم مان ڪين نڪتي تہ هن باٿروم جو در کولي ڏٺو، هن بيڊ روم جو بہ در کولي ڏٺو. هوءَ اُتي بہ ڪين هئي. سندس نظر فرج تي پيل پنهنجي پيءُ جي فوٽي تي پيئي جنهن جي اڳيان سؤ سؤ جا پنج نوٽ پيا هئا ۽ تن سان گڏ ويڙهيءَ مان ڇڳل ڪجهہ موتئي جا گل پڻ .

ان ڏينهن کان پوءِ سيما کي وري ڪنهن ڪون ڏٺو.

*

# ٻہ قيدي

"ڇاء اسان پهرين ڪٿي ملي چڪا آهيون؟"

"شايد. چهرو تہ ڪجهہ سڃاتل ٿو لڳي."

"تنهنجي جيل ۾ اچڻ جو سبب؟"

"واپار"

"واپار؟ ڇا جو واپار؟"

"مون ڪجهہ ڊالر وڪيا."

"رڳو ان ڏوهہ ۾ توکي پڪڙيو ويو؟"

"نہ، ڪو ماڻهو مونکي نقلي نوٽ ڏئي ويو."

"مونسان بہ ڪجهہ اهڙو ئي ٿيو."

"ڇا تو ڊالر وڪيا ؟"

"نہ نہ! مون تہ ڊالر خريد ڪيا هئا"

"تہ ڇا ڪسٽمر وارن توکي اهي ڪٺي ويندي پڪڙيو؟"

"ڪسٽمر وارن کان اڳ ۾ ئي پوليس وارن جي شڪنجي ۾ اچي ويس."

"ڇو؟"

" اهي ڊالر نقلي هئا."

*

# بد تميز

”بد تميز.... سڌو ٿي ويهه نه ته چمپل سان ڪل لاهينديسانءِ. ڪافي دير کان هٿ چراند ڪري رهيو آهين. هن کان پوءِ ڪجهه ڪيو اٿئي ته پوليس جي حوالي ڪنديسانءِ_ سمجهيو چا اٿئي؟“

بس جي گڙگڙاهٽ ۾ به ان ڇوڪريءَ جا ڇيل اهي اکر بس ۾ هر مسافر ڇتيءَ طرح ٻڌا ڇاڪاڻ ته اهي گڙجندڙ آواز ۾ چيا ويا هئا. هرڪو مسافر ان جوان ڇوڪري کي ڏسي رهيو هو جيڪو ان ڇوڪريءَ جي پوئتان بيٺو هو ۽ جنهن کي مخاطب ٿي اهو سڀ ڪجهه چيو ويو هو. ڇوڪري جي هڪ هٿ ۾ بريفڪيس هو ۽ ٻئي هٿ سان هو بس جو مٿيون ڏنڊو جهلي بيٺو هو جنهن ڪري بس جي لوڏن تي هو پاڻ کي سنڀالي ڪين ٿي سگهيو. ڇوڪريءَ جا اکر ٻڌي ۽ بس جي هر مسافر جي نظر پاڻ ڏانهن ڏسي هنجو منهن شرم سان ڳاڙهو ٿي ويو ۽ بنان ڪجهه چوڻ جي هن ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو.

جوان جي پويان بيٺل هڪ ٻڍي ان ڇوڪري کي پوئتي هٽائيندي چيو، ”مسٽر، تنهجي ڀلائي ان ۾ آهي ته تون اتان هٽي وڃ. ائين ته تون شريف ٿو ڏسڻ ۾ اچين پر توکي ڏسندي ئي مونکي انديشو لڳي ويو هو ته تون ڪا حرڪت ڪرڻ وارو آهين انڪري مان توتي پوري نظر رکي رهيو هوس. هينئر به پنهنجو خير سمجهين ته اڳئين بس اسٽاپ تي لهي وڃ نه ته لاچار پوليس کي گهرائي توکي انهن جي حوالي ڪرڻو پوندو. هيءَ ڇوڪري توکي معاف ڪري سگهي ٿي پر جي تون اڳئين اسٽاپ تي ڪين لٿين ته مان توکي ڪين ڇڏيندس.“ ائين چئي هن ڇوڪري کي پوئتي ڌڪي پاڻ ان جي جڳهه تي ڇوڪريءَ جي پوئتان ٿي بيٺو ۽ ان ڇوڪريءَ

ڪي پٺيءَ تي هٿ رکندي چيائين، ”پٽ تون ڪو خيال نہ ڪر، جيستائين مان آهيان هنڪي وڏيڪ ڪجھہ ڪرڻ جي همٿ ڪين ٿيندي. جيڪڏهن ڪجھہ ڪيائين تہ مان ڏسي وٺندوسانس.“

اڳئين بس اسٽاپ تي اهو ڇوڪرو بس مان هيٺ لهي ويو جيتوڻيڪ هن ٽڪيٽ اجان اڳتي جي ورتي هئي. ان ڇوڪريءَ جو نالو هو راڌا. هوءَ هڪ ٽيليفون آپريٽر هئي. ٻئي ڏينهن راڌا جڏهن آفيس مان گھر پهتي تہ ڊرائينگ روم ۾ بس واري ان ڇوڪري کي پنهنجي پيءُ سان ڳالهائيندو ڏسي هنکي عجب تہ لڳو پر ان سان گڏ غصّو پڻ. هوءَ اجان ڪجھہ چوي ان کان اڳ سندس پيءُ هنکي مخاطب ٿي چيو، ”راڌا، هن سان مل، هي آهي ڪشن، منهنجي ننڍپڻ جي هڪ دوست جو پٽ . ۽ ڪشن، هيءَ آهي راڌا، منهنجي ڌيءُ. راڌا، ڪشن هن شهر ۾ هڪ فرم ۾ اسٽنٽ سيلس مئنيجر ٿي آيو آهي. هنکي رهڻ لاءِ ڪنهن جڳھہ جي ضرورت آهي. مان تہ ڪيس چوان ٿو تہ اسان وٽ اچي رهي پر هنجي اچا ڪين آهي. سو جي توکي ڪنهن خالي جڳھہ جي ڄاڻ هجي تہ ٻڌائج.“

راڌا ڪشن ڏانهن نهاريو. ڪشن جو ڪنڌ هيٺ هو. راڌا بنان ڪجھہ چوڻ جي اندر ٻئي ڪمري ۾ هلي ويئي. ٿوري دير کان پوءِ ڪشن بہ هليو ويو تہ راڌا جي پيءُ اچي راڌا کي چيو تہ هنکي ائين اتان ڪين هلي وڃڻ کپندو هو. گھٽ ۾ گھٽ هوءَ ڪشن کي ڪيڪاري تہ سگھي ٿي.

ٻن ڏينهن کان پوءِ آفيس مان موٽڻ کان پوءِ راڌا جي پيءُ راڌا کي چيو تہ هنکي ڪشن لاءِ ڪنهن جڳھہ ڳولهڻ جي ضرورت ڪين آهي ڇاڪاڻ تہ ڪشن اها نوڪري ڇڏي واپس هليو ويو. راڌا جي پيءُ کي ان ڳالھہ تي عجب تہ لڳو هو تہ ڪشن اهڙي سٺي نوڪري اوچتو ڇو ڇڏي هليو ويو هو. پر راڌا سمجھي ويئي تہ انجو اصل سبب ڪهڙو هو!

ان ڳالھ کي اٽڪل هڪ مهنو گذري ويو. راڌا کان ڪشن ٻه وسري ويو هو ۽ بس ۾ ٿيل اهو واقعو پڻ. هڪ ڏينهن راڌا جي ڊيوٽي ادائي بجي ختم ٿيڻي هئي پر ادائي بجي کان ڊيوٽيءَ تي اچڻ واري ڇوڪري اجان ڪين آئي هئي جنهن ڪري راڌا کي ڪجھ دير تائين رڪجڻو پيو. اها ڇوڪري سوائين ٽين بجي آئي ۽ جڏهن راڌا ڪانئس دير سان اچڻ جو سبب پڇيو ته ان ڇوڪريءَ ٻڌايس ته بس ۾ هڪ ڇوڪريءَ سان هٿ چراند ڪرڻ ڪري هڪ ماڻهوءَ کي پوليس جي حوالي ڪرڻ خاطر بس کي ٿاڻي تي وٺي وڃڻو پيو هو. اُتي جيستائين پوليس پنهنجي ڪارواهي پوري ڪري تيستائين بس کي رڪجڻو پيو هو ، انڪري مونکي دير ٿي وئي.

اهو ٻڌي راڌا چيو، "اج ڪالھ جي جوانن کي الائي ڇا ٿي ويو آهي، انهن کي ائين ڪرڻ سان الائي ڇا ٿو هڙ حاصل ٿئي. هو ڇو ٿا ڀلجي وڃن ته سندن ڀينرون ٻه ائين بسين ۾ سفر ڪنديون هونديون. پوءِ انهن سان جي ڪو مستي ڪري ته ڪين ڪيئن لڳندو."

اهو ٻڌي ان ڇوڪريءَ چيو، " راڌا، اهو ڪو جوان نه پر هڪ ٻڍو ماڻهو هو جنهنکي ڏسي ڪو ٻه ائين وشواس نه ڪري سگهندو ته هو ڪو اهڙو ڪم ڪري سگهي ٿو. تنهن کان سواءِ هنجو طريقو ٻه بلڪل عجيب هو. هوُ ان ڇوڪريءَ سان هڪ جوان جي پوئتان بيهي اهڙي نموني هٿ چراند ڪري رهيو هو جيئن سڀو شڪ ان جوان تي پوي. ان ڇوڪريءَ پڻ پهريائين اهوئي سمجهيو هو ته اهو جوان بدتميزي ڪري رهيو آهي. ڇوڪري سمجھ کان ڪم نه وٺي ها ته ان جوان تي ئي مار پوي ها. ڇوڪري ٿوري دير هٿ چراند سهندي رهي ۽ اوچتو هن ان هٿ کي پڪڙي ورتو جيڪو ساڻس مستي ڪري رهيو هو. هٿ ان ٻڍي جو هو جيڪو جوان جي آڙ ۾ حرڪت ڪري رهيو هو."

راڌا کي ان ڏينهن جو واقعو ياد اچي ويو. ان ڏينهن بہ تہ ڪشن جي پوئتان هڪ ٻڍو بيٺو هو جنهن راڌا جي طرفداري ڪري ڪشن کي تنبيهَ ڪئي هئي ۽ ڪيس بس مان لهڻ لاءِ مجبور ڪيو هو. راڌا پنهنجي ان ساٿي ڇوڪريءَ کان پڇيو، ”ڇا ان ٻڍي جي عمر اٽڪل سٺ سالن جي ۽ نرڙ تي زخم جو نشان ۽ ڪنن تي وڏا وڏا وار هئا؟“

ان ڇوڪريءَ هڪدم جواب ڏنس،”ها، ها. اهو ئي هيو. ڇا تون ڪيس سڃاڻين؟“

راڌا ان ڇوڪريءَ جي سوال جو ڪو بہ جواب ڪين ڏنو. هوءَ ان ٻڍي جي باري ۾ بہ سوچي ڪين رهي هئي. هوءَ تہ رڳو ڪشن جي باري ۾ سوچي رهي هئي جيڪو سندس خاطر نوڪري ڇڏي ويو هو.



# جواب جي انتظار ۾

ڊيئر آشو،

هڪ خسيس ڳالهه جي ڪري تون مڱڻو ٽوڙيندينءَ اهو منهنجي خواب خيال ۾ به ڪين هو. ڇا تنهنجي نظرن ۾ اسانجي ڇئن سالن جي پيار جو رڳو ايترو قدر آهي. اهي سک ڏک ۾ سات ڏيڻ وارا واعدا ڪيڏانهن ويا ؟ ڪيڏانهن ويو تنهنجي سندر خوابن جو اهو محل جنهن کي اسان ٻنهين گڏجي سجائڻ جو سوچيو هو؟ تو ته منهنجي ڏنل مُنڊي آسانيءَ سان واپس ڪري ڇڏي پر مان تنهنجي ڏنل مُنڊي واپس ڪري نه سگهندس. تنهنجي پيار جي ان نشانيءَ کي مان جيءَ سان سانديندس.

توکي ان ڏينهن جي واقعي تي غصّو آهي پر ان ۾ غصّي جي ڪهڙي ڳالهه هئي. مون ته رڳو توکان اُهو پاڻ ٿي چاهيو جنهن تي جيڪڏهن ان وقت منهنجو ڪو حق ڪين هو پر شاديءَ کانپوءِ ته اهو پاڻ منهنجو ساماجڪ اڌڪار آهي. ها، ان ڳالهه ۾ اهڙو اعتراض ونڻ توکي ڪين جُڳائي. اولهه وارن ديشن ۾ اڄ ڪلهه ڪليو ڪلايو اهو رواج ٿي ويو آهي ۽ هندستان ۾ به اڄ ڪلهه اهڙا گهڻائي واقعا ٿي رهيا آهن. مان نه ان وقت ۽ نه اڄ تنهنجي اها دليل مڃڻ لاءِ تيار آهيان ته هڪ ڇوڪري ۽ ڇوڪريءَ کي رڳو شاديءَ کان پوءِ ئي جسماني سنبنڌ رکڻ جو حق آهي. مان چوان ٿو ته جڏهن اسانجو مڱڻو ٿي چڪو هو ۽ اسانکي هڪ ٻئي تي پورو ڀروسو به هو ته اسان ٻئي هر حالت ۾ شادي ڪنداسين، ته پوءِ رڳو ڪجهه منتر ۽ اگنيءَ جي چوڌاري ڪجهه ڦيرا حالتن ۾ ڪهڙو فرق آڻن ها جو ان کان اڳ اهڙا سنبنڌ پڻيه مان پاپ بڻجي وڃن ها. تو چيو هو ته شاديءَ کان اڳ اهي ڳالهيون اسانجي پيار تي داغ لڳائينديون پر مونکي ٻڌاءِ ته استري پرش جي

وچ ۾ پيار جي اظهار ڪرڻ جو اهو بہ هڪ طريقو ڪين آهي جيڪو انسان ذات تہ ڇڏ جيو جنتو ۽ جانور بہ اختيار ڪندا آهن. تنهنجو اهو سوچڻ تہ ائين ڪرڻ سان اسان ٻئي هڪ ٻئي جي نظرن ۾ ڪري پئون ها، بلڪل غلط آهي. مان پنهنجي طرفان توکي اهو وشواس ڏيئي سگهان ٿو تہ ائين ٿيڻ کان پوءِ بہ تو لاءِ منهنجي من ۾ اوتري ئي عزت رهي ها جهڙي پهريائين هئي. پر شايد مان تنهنجي نظرن ۾ هاٺي ڪري چڪو آهيان. ائين نہ هجي ها تہ تون هن طرح مگٽو ڪين توڙين ها. پر تنهنجي ناڪار ڪرڻ تي مون زبردستي ڪرڻ جي تہ ڪا ڪوشش ڪين ڪئي هئي. مون تہ سڀ تنهنجي راضپي سان ڪرڻ ٿي چاهيو. ها اهو برابر آهي تہ مون تنهنجي ناڪار کي راضپي ۾ بدلڻ خاطر هرطرح جوُن دليلوُن پيش ڪيوُن هيوُن. ائين تہ ان کان اڳ بہ توکي ڀاڪر پائڻ ۾ اعتراض هو پر گهمت ۾ گهمت هڪ دفعو ڀاڪر پائڻ جي اجازت تہ تو مونکي ڏني هئي. هينئر تہ رڳو مان هڪ دفعو توکان توکي گهري رهيو هوس جنهن جو پتو اسان کان سواءِ ٻئي ڪنهنکي پوڻ جو بہ ڪو امڪان ڪين هو. ڇا شاديءَ کان پوءِ پڻ تون ان ڳالهہ جو اختيار مونکي ڪين ڏين ها ؟ پوءِ اهڙو اختيار شاديءَ کان اڳ گهري مون اهڙي ڪهڙي خطا ڪئي جو تون پيار جو هي سنبنڌ ائين توڙي رهي آهين. آشو، ان پيار جي صدقي، اسانجي انهن سپنن خاطر مان توکي پنهنجي فيصلي تي وري ويچار ڪرڻ جي التجا ڪندس. مان توکي رڳو اهو وشواس ڏياري ٿو سگهان تہ توکان سواءِ ٻئي ڪنهن سان شادي ڪرڻ جي مونکي نڪا ڪا اڇا آهي ۽ نہ تمنّا. انڪري تون پنهنجو فيصلو بدلينديءَ اهو مان سمجهان ٿو.

وڏيڪ ڇا لکان. بس تنهنجي جواب جي انتظار ۾،

تنهنجو، رڳو تنهنجو، ـــ ريجهوُ

پر، آشوءَ ان جو ڪو بہ جواب ڏيڻ ضروري نہ سمجهيو. *

# نراش زندگيءَ جو انت

## لاش برامد

بمبئي 18 ـ بمبئيءَ جي اُپ نگر باندرا جي نوُتن نگر جي هڪ فلئٽ مان بانس اچڻ جي شڪايت تي پوليس دروازا ڀڃي اندران هڪ لاش برامد ڪيو. لاش ان فلئٽ ۾ رهندڙ شري موتيرام جو هو. پلنگ جي پرسان ٽيبل تي پوليس کي ننڊ اچڻ جي گورين جي هڪ خالي شيشي ملي آهي جنهن ڪري فوتيءَ جي آپگهات ڪرڻ جو انديشو آهي. فوتيءَ جي هٿ ۾ هڪ گوري پڻ ملي آهي جنهن جي ڪيميائي جاچ ڪرڻ لاءِ ليبارٽريءَ موڪليو ويو آهي. پوليس کي شڪ آهي تہ اها پڻ ننڊ اچڻ واري گوري ٿي سگهي ٿي. اوائلي جاچ مطابق لاش اٽڪل ٽي ڏينهن پراڻو آهي. لاش کي پوسٽمارٽم لاءِ موڪليو ويو آهي جنهنجي رپورٽ ملڻ کان پوءِ ئي موت جي سبب جو پتو پوندو. في الحال پوليس ان کي آپگهات جو ڪيس سمجهي انجي جاچ ڪري رهي آهي.

------

منهنجو نالو گرمکداس آهي. مان شري موتيرام جو ان سالن کان پاڙيسري آهيان. موتيرام سان منهنجي آخري ملاقات چوڏينهن تاريخ رات جو اٽڪل ساڍي نوين بجي ٿي جنهن وقت هو چٺي پوسٽ جي دٻي ۾ وجهڻ خاطر ٻاهر نڪتو هو، ان وقت مان گهمي واپس آيو هوس. چٺي ڪنهن ڏانهن لکيل هئي انجي مونکي ڄاڻ ڪين آهي. هنجي هٿ ۾ هڪ لفافو هو جنهن کي ڏسي مون اهو اندازو لڳايو تہ هو اهو پوسٽ ڪرڻ لاءِ ٻاهر نڪتو هوندو. اٽڪل ڏهن منٽن کان پوءِ هو واپس موٽيو هوندو. سندس گهر جي

دروازي کلڻ جو آواز ٻڌي مون اهو اندازو لڳايو حالانڪ مون هنکي واپس ايندي ڪونہ ڏٺو هو. شايد مان ٿي، اهو آخري انسان آهيان جنهن هنکي ان ڏينهن زندهہ ڏٺو. مونکي اها ڄاڻ ڪين آهي تہ ان کان پوءِ هو پنهنجي فلئٽ مان ٻاهر نڪتو يا نہ. ارڙهين تاريخ صبوح جو فلئٽ مان بانس ايندي ڏسي مون پهريائين دروازو کڙڪايو هو پر ڪو آواز نہ ملڻ تي مون ئي پوليس کي فون تي اطلاع ڏنو هو. پوليس جي اچي در ٽوڙڻ وقت مان اُتي هوس. موتيرام جو لاش سمهڻ واري پلنگ جي پرسان زمين تي پيو هو. پوليس منهنجي سامهوُن پنچنامو ناهيو هو جنهن تي مون بہ صحيح ڪئي هئي.

موتيرام پنهنجي زال، هڪ ڌيءَ ۽ پٽ سان گڏ هن جڳهہ ۾ رهندو هو. سندس زال ٻاهر شاديءَ تي وِيل آهي. پٽ بغداد نوڪري ڪرڻ ويو اٿس ۽ ڌيٽس شادي ڪري الڳ رهندي آهي. انهن جون مونکي ائڊريسون ڪين آهن.

جيتري قدر مونکي ڄاڻ آهي موتيرام جي ڪنهن سان دشمني ڪين هئي. هو هڪ کلمک ۽ ٻين جي هميشه مدد ڪندڙ انسان هو. آپگهات جو ڪو ڪارڻ مونکي ڪين سجهي. مون جڏهن هنکي آخري دفعو ڏٺو هو تہ ان وقت مونکي اهو ڪين ٿي لڳو تہ هو آپگهات ڪرڻ ٿو چاهي. هن مونکي بلڪل رواجي طرح مرڪي کيڪاريو هو. اسانجي ڪا ڳالهہ ٻولهہ ڪين ٿي هئي.

------

منهنجو نالو مايا آهي. مان سرگواسي موتيرام جي ڌرمپتني آهيان. اسانجي شاديءَ کي پنجويهہ سال ٿيا آهن. اصل ۾ ٻئي مهني جي ٻارهين تاريخ تي اسانجي شاديءَ کي پنجويهہ سال پورا ٿيندا. اسانجا بہ ٻار آهن. هڪ پُٽ ـ هيرو، جيڪو هن وقت بغداد ۾ انجينئر آهي ۽ هڪ ڌيءَ ـ

ڪويتا. اُها شادي ڪيل آهي پر هن وقت پنهنجي مڙس کان الڳ رهي دهليءَ ۾ نوڪري ڪندي آهي. سرڳواسيءَ جو هڪ ڀاءُ شيام ۽ ڀيڻ ستي ۽ ساوتري آهن. ڀاءُ اجمير ۾ رهندو اتس ۽ ڀينر ڪوتا ۽ جئپور ۾.

اَسانجي شادي پڻ ڪنهن فلم جي ڪهاڻيءَ وانگر آهي. منهنجا مائٽ اجمير جي ڀرسان نصيرآباد ۾ رهندا آهن. ان وقت سرڳواسي پڻ اجمير ۾ ريلوي ۾ نوڪري ڪندو هو. آفيس جي ڪنهن ڪم سان هو نصيرآباد آيل هو. ان ڏينهن منهنجي شادي هئي. ڄڃ چتوڙگڙهہ مان آيل هئي. ويڏيءَ کان اڳ ڇوڪري وارن شاديءَ کان اِنڪار ڪيو تہ جيڪا ڇوڪري هنن کي ڏيکاري ويئي هئي اها مان ڪين هيس. منهنجي پيءُ چين تہ منهنجو فوٽو سندن وٽ هوندو جيڪو هنن کي ڏنو ويو هو ان سان ڀيٽي سگهن ٿا. اصل ۾ هنن کي وڏيڪ ڏيتي ليتيءَ جي لالچ هئي. هنن اهو بہ چيو تہ مان مئٽرڪ پاس بہ ڪين آهيان. منهنجي پيءُ ڪين چيو تہ هنن ڪڏهن بہ ڪين اهو ڪين چيو هو تہ مان ڪو مئٽرڪ پاس آهيان. هنن نہ منهنجي پڙهڻ جي باري ۾ ڪجهہ ڪڏهن پڇيو هو ۽ نڪو منهنجي مائٽن هنن کي ڪجهہ ٻڌايو هو. هنن جو چوڻ هو تہ اسان اها ڳالهہ ڇاڏي ٻجهي لڪائي هئي. هو ڄڃ واپس وٺي وڃڻ لاءِ تيار ٿيا پر شهر جي ڪن چڱن مڙسن جي وچ ۾ پوڻ تي هو پنج هزار روڪ وٺي شاديءَ لاءِ تيار ٿيا. تڏهن سيني کي سمجهہ ۾ آيو تہ اصل ۾ هو اهي سڀ بهانا وڌيڪ ڏيتي ليتي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪري رهيا هئا. منهنجو پيءُ پوري پنيءَ وارو انسان هو انڪري هن لاءِ ان وقت پنجن هزارن جو انتظام ڪرڻ ممڪن ڪين هو. هن هڪ سال اندر اهي پئسا ڏيڻ جو انجام ڪيو پر ڇوڪري وارا روڪ وٺڻ تي ضد ڪري بيٺا. شهر جا ڪجهہ جوان جيڪي اُتي حاضر هئا ۽ جنکي ڇوڪري وارن جي اها چال سمجهہ ۾ اچي ويئي هئي اهي منهنجي پيءُ کي روڪي رهيا هئا. سرڳواسي بہ شايد اتان

لنگهندي گوڙ ڏسي اُتي وڌي آيو هو. هن بہ ڇوڪري وارن کي ڪافي سمجهايو. ايتري قدر جو پنجن هزارن جي هو خود ضمانت پوڻ لاءِ تيار هو جنهن لاءِ هو هڪ پرونوٽ لکي ڏيڻ لاءِ بہ تيار هو. پر ڇوڪري وارا ڪنهن بہ نموني تيار ڪين هئا. آخر سندن پاسي وارن مان ڪن جي سمجهائڻ تي هو هڪ مهني جو پرونوٽ وٺي شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا پر مون شادي ڪرڻ کان منع ڪئي. منهنجي ان فيصلي تي منهنجا مائٽ ڏاڍا ناراض ٿيا پر مان ضد ڪري بيٺس تہ جيڪي شاديءَ کان اڳ اهڙي حلت ٿا هلن انهن مان شاديءَ کان پوءِ ڪهڙي اميد ڪجي. انڪري مون چيو تہ مان ڪنواري رهڻ پسند ڪنديس پر ان گهر ۾ ڪنهن بہ حالت ۾ شادي ڪين ڪنديس. منهنجو اهڙو رخ ڏسي هنن پنهنجي گهُر بہ گهٽائي ۽ بنان ڪنهن ضمانت جي شاديءَ لاءِ بہ تيار ٿيا. پر مون پڪو فيصلو ڪري ڇڏيو هو. منهنجن مائٽن جي سامهوُن اهو مسئلو اچي ويو تہ جيڪڏهن هڪ دفعو ڄڃ موٽي ويئي تہ پوءِ مونسان ڪير شادي ڪندو ؟ پر مان پنهنجي ضد تي هئس تہ مان ڪنهن بہ حالت ۾ ان گهر ۾ شادي ڪين ڪنديس ۽ جيڪڏهن اڳتي شادي نہ بہ ٿي تہ پڙهي لکي پنهنجن پيرن تي بيهنديس. اهو ٻڌي منهنجا مٽ مائٽ مونتي ڏاڍا ناراض ٿي رهيا هئا ۽ هڪ پاءُ تہ ان وقت ايترو بہ چئي ڏنو تہ جيڪڏهن مان شادي نہ ڪنديس تہ پوءِ مونکي هيءُ گهر ڇڏي وڃڻو پوندو. مونکي پنهنجي ارادي تي پڪو ڏسي سرڳواسيءَ مونسان شادي ڪرڻ جي آڇ ڪئي. هنن منهنجي مائٽن کي پنهنجي باري ۾ ٻڌايو ۽ چيو تہ هو پيل سندس باري ۾ جاچ جوچ ڪري سگهن ٿا. منهنجا مائٽ اجان ڪجهہ جواب ڏين ان کان اڳہ مون کين پنهنجو فيصلو ٻڌايو تہ مان هِن سان شاديءَ لاءِ تيار آهيان. آخر مجبور ٿي مائٽن منهنجي شادي انهيءَ ئي وقت ڪرائي ڇڏي.

شاديءَ کان پوءِ مونکي خبر پيئي هئي تہ سرڳواسي جڏهن نَون سالن جو هو تڏهن سندس جيجل جو چالاڻو ٿيو هو. ننڍي عمر ۾ ئي هُن پنهنجي پڙهائيءَ سان گڏ ننڍي ڀاءُ شيام ۽ ننڍين ڀينرن کي پاليو هو. جڏهن هو سترهن سالن جو ٿيو تہ سندن پيءُ پڻ هن دنيا مان رخصت وٺي ويو. هن پنهنجي پڙهائي ڇڏي نوڪري ڪرڻ شروع ڪئي پر ڀائرن ۽ ڀينرن جي پڙهائي چالو رکي هئي. منهنجي شاديءَ کان اڳہ هن پنهنجي ڀاءُ شيام ۽ ڀينرن جوُن شاديون پڻ ڪرائي ڇڏيون هيون. شاديءَ کان اڳہ هو پنهنجي ڀاءُ سان گڏ رهندو هو ۽ پنهنجي پوري پگهار ڪيس ڏيندو هو. پر شاديءَ کان پوءِ مونکي گهر جي وڏي سمجهي، پگهار مان سؤ رپيا مونکي ڏيڻ شروع ڪيائين تہ جيئن مان انهن مان پنهنجي گهر جون ضرورتون پوريون ڪري سگهان. اها ڳالهہ منهنجي ڏيراڻي موهنيءَ کي سني ڪين لڳي. اڳ ۾ هوءَ گهر جي مالڪياڻي ليکي ويندي هئي پر منهنجي اچڻ کانپوءِ مونسان بہ صلاح مصلحت ڪرڻ ضروري ٿي پيو هو انڪري موهني مونکان سڙڻ پچڻ لڳي هئي. مون گهڻي ڪوشش ڪئي تہ مان هنکي ڪو اهڙو موقعو نہ ڏيان، پر هوءَ تہ جڻ مونسان وڙهڻ جا موقعا پئي ڳولهيندي هئي. آخر ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ مجبور ٿي هو اسان کان الڳ ٿي ويا هئا. سرڳواسيءَ کي اهو نيڪ ڪين لڳو تہ هڪ ئي شهر ۾ بہ ڀائر الڳ رهن انڪري هن ڪوشش ڪري پنهنجي بدلي اجمير مان بمبئيءَ ڪرائي. هت اچي هن نہ رڳو محنت ڪري نوڪريءَ ۾ پروموشن پاتو پر شام جو هڪ ٻن هنڌن تي خانگي نوڪري ڪري ڀائرن ۽ ڀينرن جي شاديءَ تي ڪنيل قرض پڻ لاٿا.

سرڳواسيءَ آپگهات ڪيو هوندو اهو مان ڪڏهن سپني ۾ بہ سوچي نٿي سگهان. هو هڪ شير دل انسان هو. هو ڪڏهن مصيبتن کان ڊڄڻ وارو بہ ڪين هو. ائين تہ هن وقت هن کي ڪا پريشاني ڪين هئي پر

پوين ڪجهہ ڏينهن ۾ ڪي اهڙيون ڳالهيون ٿيون هيون جن ڪيس جهنجهوڙي رکيو هو. پر ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هن پنهنجي دل ۽ دماغ تي قبضو ڪري ورتو هو. سڀ کان پهريائين جنهن ڳالهہ هن جي دل کي صدمو رسايو هو اها هئي اسانجي ڏيءُ ڪويتا جي اسان کان لڪائي ٻئي ذات واري ڇوڪري سان شادي. ان شاديءَ جو ٻڌي ڪيس ازحد دک ٿيو هو. ايتري قدر جو هن ڪويتا جي شڪل ڏسڻ کان بہ منع ڪري ڇڏي هئي ۽ ڪيس گهر جي اندر اچڻ جي بہ اجازت ڪين ڏني هئي. شاديءَ کان پوءِ سال جي اندر ڪويتا کي پنهنجي مڙس جي عادتن جي صحيح ڄاڻ پيئي هئي. انڪري هوءَ مڙس کان الڳ ٿي ويئي آهي ۽ هن وقت دهليءَ ۾ نوڪري ڪري رهي آهي. مڙس کان الڳہ ٿيڻ کان پوءِ ڪويتا جيڪڏهن واپس گهر اچي ها تہ هنکي ڪو بہ روڪي ڪين ها پر آخر هوءَ بہ تہ پنهنجي پيءُ جي ڌيءُ هئي انڪري گهر اچڻ بدران هن شهر ئي ڇڏڻ بهتر سمجهيو. ان ڳالهہ پڻ سرڳواسيءَ جي دل کي جهوري ڇڏيو هو. اسانجو پٽ هيرو بہ انجينئرنگ پاس ڪرڻ کان پوءِ نوڪري ڪرڻ بغداد ويو آهي. سرڳواسيءَ جي مرضي بنهہ ڪين هئي پر هيرو پنهنجي ضد تي هو تہ هندستان ۾ گهٽ پگهار تي ڪم ڪري هو پنهنجو آئيندو بگاڙڻ نٿو چاهي. هنجو ويچار هو تہ ٻاهران ڪجهہ پئسا ڪمائي اچي جيئن هتي اچي نيڪا ڪٽي سگهي. ان نموني ڌيءُ ۽ پُٽ جي وڇوڙي سرڳواسيءَ جي دل کي اندر ئي اندر کوکلو ڪري ڇڏيو هو. تنهن کان سواءِ ٻہ مهنا اڳہ منهنجي ڏير جي وڪيل قانوني نوٽيس موڪليو جنهن۾ شيام اباڻي ملڪيت ۾ حصي جي گهر ڪئي هئي. ان کان اڳ ڪنهن کي بہ اهو پتو ڪين هو تہ منهنجي سهري هندستان اچڻ کان پوءِ گانڌيڌام ۾ سنڌي ريسيٽلمينٽ ڪارپوريشن جو پنج سؤ روپيہ جو هڪ شيئر ۽ هڪ جڳهہ ورتي هئي. هن وقت ان شيئر جي بزار ۾ قيمت 8_10

هزار روپيہ آهي ۽ جڳهہ جي قيمت اٽڪل پنجاهہ هزار. الائي ڪيئن شيام جي سالي کي انهن ڳالهين جي ڄاڻ پيئي هئي ۽ هن شيام جي طرفان اهو نوٽيس موڪليو هو. سرڳواسيءَ کي ان ڳالهہ جو ڪو غم ڪين هو تہ شيام هنڪان پنهنجي حصي جي گهر ڪئي هئي. هنکي تہ رڳو اهو افسوس هو تہ هن انلاءِ قانوني نوٽيس جو سهارو ورتو هو. نوٽيس ملڻ ڪانپوءِ هن هڪدم پنهنجي حصي تان هٿ ڪڍڻ جو جواب شيام کي موڪليو هو. هڪ ٻي ڳالهہ جنهن جو سنبنڌ بہ شايد سرڳواسيءَ جي موت سان ٿي سگهي ٿو اها آهي مهنو ڪن اڳہ سندس آفيس ۾ ٽيل ڪنهن ٻئي جو غير واجبي پروموشن. سرڳواسيءَ کي اميد هئي تہ کيس پرموشن ملڻ ڪپندو هو پر مليو ڪنهن ٻئي کي. ٿي سگهي ٿو تہ ان جو ڏڪو سرڳواسيءَ کي لڳو هجي. ائين تہ انهن مان ڪا بہ هڪ ڳالهہ سرڳواسيءَ جي موت جو ڪو پڪو ڪارڻ ٿي نٿي سگهي. پر، اهي سڀ ڳالهيون ملي جهلي هن جي موت جو سبب ٿِي ٿيون سگهن، اهو مان چئي نٿي سگهان. بلڪ مان اهو ڪڏهن بہ منظور ڪين ڪنديس تہ هنن آپگهات ڪيو آهي.

مان هڪ هفتو اڳ۾ پنهنجي ڀائٽيءَ جي شاديءَ تي نصيرآباد ويئي هيس. هن جي مرضي مونکي موڪلڻ جي ڪين هئي پر مان زور ڪري وئي هيس. هو انتي ناراض تہ ٿيو هو پر ان ڪري هن آپگهات ڪيو هوندو اهو مان مڃڻ لاءِ تيار ڪين آهيان. ڇاڪاڻ تہ وڃڻ کان اڳہ هن مونکان اهو واعدو ورتو هو تہ مان شاديءَ کان پوءِ هڪدم واپس ايندس. مون توهانکي اڳ ۾ ئي ٻڌايو آهي تہ اسان جي شاديءَ جا پنجويهہ سال ٻئي مهني پوُرا ٿيڻ وارا آهن. انڪري هن مونکي جلد واپس اچڻ لاءِ چيو هو جيئن اسان پنهنجي شاديءَ جي سِلوَر جبلي پاڻ ۾ گڏجي ملهائي سگهون. انڪري مان چئي سگهان ٿي تہ منهنجي وڃڻ سان هن جي موت جو ڪو لاڳاپو ڪين آهي.

مونکي سرڳواسيءَ جو ڪو بہ لفافو اُتي ڪون مليو. اصل ۾ اسان ڪڏهن بہ هڪ ٻئي کان گهٽا ڏينهن دوُر ڪين رهيا هئاسين ۽ نڪو ڪو اسان ڪڏهن هڪ ٻئي کي چٺيون لکيون. مان اهو بہ ٻڌائڻ ۾ اسمرٿ آهيان تہ اهو لفافو هن ڪنهن کي لکيو هوندو.

مونکي انڪان وڌيڪ نہ ڪجهہ ڄاڻ آهي ۽ نڪو ڪجهہ چوڻو آهي.

------

منهنجو نالو شيام آهي. سرڳواسي موتيرام منهنجو وڏو ڀاءُ ئي نہ، منهنجو ماءُ- پيءُ بہ هو. اڄ جيڪڏهن هو مونکي پاڙهي ۽ پالي پوسي وڏو نہ ڪري ها تہ شايد مان اڄ ڪجهہ بہ نہ هجان ها. دادا اسان ڀائرن ڀينرن لاءِ ڪافي ڪجهہ ڪيو. هنن اسان لاءِ پنهنجو سڀ ڪجهہ قربان ڪري ڇڏيو. قرض کڻي اسانکي پڙهايائون ۽ اسان جون شاديون ڪرايائون. اصل ۾ دادا پنهنجي شاديءَ لاءِ نہ ڪڏهن سوچيو هو ۽ نڪو ان لاءِ راضي هئا پر حالتن هنن کي گرهست ۾ گهِليو هو. مونکي هنن جي شاديءَ تي ڏاڍي خوشي ٿي هئي، پر منهنجي زال کي سٺو نہ لڳو هو، ڇاڪاڻ تہ ڀاڀيءَ جي اچڻ کان اڳ هوءَ گهر جي مالڪياڻي ليکي ويندي هئي پر ڀاڀيءَ جي اچڻ کان  پوءِ هن پنهنجو مانُ گهٽجندو محسوس ڪيو هو. انڪري گهر ۾ کٽپٽ ٿيندي رهندي هئي. مونکي پتو هو تہ ڏوهہ منهنجي زال جو آهي انڪري مون دادا سان صلاح ڪري الڳ ٿيڻ جو فيصلو ڪيو هو. دادا ان لاءِ بلڪل تيار ڪين هئا ۽ انڪري ڏار ٿيڻ کان پوءِ هنن پنهنجي بدلي بمبئيءَ ڪرائي هئي. اصل ۾ اسان ڀائر ڪڏهن بہ ڏار ڪين ٿيا هئاسين ۽ چڱين رستي هڪ ٻئي سان حال اوريندا رهندا هئاسين. پر گهر ۾ زالن کي ان باري ۾ ڪا ڄاڻ ڪين هوندي هئي. اهو برابر آهي تہ منهنجي وڪيل سالي دادا کي جائداد ۾ حصي

جي باري ۾ نوٽيس ڏنو هو پر نہ اهو منهنجي نالي سان ڏنو ويو هو ۽ نڪو مونکي انجي چاڻ ٿي هئي. دادا اهو سمجهي تہ شايد مون پنهنجي حصي جي گهر ڪئي آهي، مونکي هڪ افسوس ڀريو خط لکيو هو جنهن ۾ مونکي اطلاع ڏنو هو تہ هوُ مونکي نہ رڳو منهنجو حصو پر پوري جائداد ڏيڻ لاءِ تيار آهن. هنن جي ان چٺيءَ مان ٿي مونکي اها چاڻ پيئي هئي تہ منهنجي سالي اهڙو ڪو نوٽيس موڪليو هو. مان دادا کي معافيءَ ڀريل جواب ڏيڻ ۾ بہ شرم محسوس ڪري رهيو هوس. اصل ۾ مان موڪل وٺي روبرو ڪانئن معافي وٺڻ لاءِ اچڻ وارو هوس جنهن لاءِ مون موڪل جي درخواست پڻ ڏيئي ڇڏي هئي. جيڪڏهن دادا جي موت جو اهو ڪارڻ آهي تہ نہ رڳو مان شرمسار آهيان پر مان ڏوهي پڻ آهيان. مان جيڪر جلد اُنهن کان معافي اَچي وٺان ها تہ گهٽ ۾ گهٽ پاڻ کي ڏوهي ڪين سمجهان ها. مون ڪڏهن بہ اهو ڪين سوچيو تہ دادا مونکي غلط سمجهي اهڙو قدم بہ کڻي سگهن ٿا. مونکي دادا جو ويجهڙائيءَ ۾ ڇوڏينهن تاريخ جو لکيل ڪو لفافو ڪين مليو آهي. وڏيڪ مونکي ٻي ڪا چاڻ ڪين آهي .

------

منهنجو نالو حشمتراءِ چٺاڻي آهي. مان سرڳواسي موتيرام جي آفيس ۾ چيف اڪائونٽس آفيسر آهيان. مسٽر موتيرام منهنجي هيٺان اڪائونٽنٽ هو. هو هڪ هڏ ڏوکي، ايماندار، محنتي ۽ نيڪ دل انسان هو. اهو برابر آهي تہ ڏيڍ مهنو اڳہ اسٽنٽ اڪائونٽس آفيسر جو پروموشن ٿيڻو هو. سيني کي پڪ هئي تہ مسٽر موتيرام کي اهو عهدو ملندو. پر جڏهن آرڊر آيا تہ سيني کي اهو ڏسي تعجب لڳو تہ موتيرام نہ پر آفيس جو هڪ بي-ايمان ۽ ڪم چور اڪائونٽنٽ شري ياسڪرن جو پروموشن ٿيو هو. مسٽر ياسڪرن مسٽر موتيرام کان ضرور سينيئر هو پر هنجو رڪارڊ ڪافي

خراب هو ۽ هنجي خلاف جاچ پڙ هلي رهي هئي انکري سيني کي سندس پروموشن تي عجب لڳو هو. موتيرام جي پروموٽ نہ ٿيڻ تي اسان سيني کي ڌکہ ٿيو هو. مسٽر موتيرام جي دل تي ڪهڙو اثر ٿيو اهو مان ٻڌائي نہ سگهندس. مان جيڪر مسٽر موتيرام جي جڳهہ تي هجان ها تہ ضرور انکي ناانصافي سمجهان ها. هڪ عام انسان جي جيڪڏهن دل ٽٽي تہ پوءِ هو ڇا بہ ڪري سگهي ٿو. مسٽر موتيرام آپگهات ڪيو هوندو، اهو مان مڃي نٿو سگهان. هن پروموشن ۾ پنهنجي طرف بي انصافيءَ کان آپگهات ڪيو هوندو، اهو منهنجي تصّور کان ٻاهر آهي. مونکي هن ۾ دلشڪستو ٿي آپگهات ڪرڻ جي منوورتي ڪڏهن ڏسڻ ۾ ڪين آئي هئي. پر انسان جي دل ڪڏهن ڪهڙو ۽ ڪيئن ڦيرو کائي ان جو اندازو لڳائڻ مشڪل ٿيندو آهي. انکان وڌيڪ شري موتيرام جي موت جي باري ۾ ڪجهہ چوڻ مون لاءِ ڏکيو آهي.

-------

منهنجو نالو هيرو آهي. مان سرڳواسي موتيرام جو اڪيلو پٽ آهيان. مميءَ جي تار ملي. مان اڄ ئي بغداد مان آيو آهيان. اهو برابر آهي تہ دادا جي مرضيءَ بنان مان بغداد نوڪري ڪرڻ هليو ويو هوس. مونکي پئسي ڪمائڻ جو شؤنق آهي. مون سوچيو هو تہ بغداد مان ڪجهہ ڏينهن پئسا ڪمائي واپس هندستان ۾ اچي پنهنجو ڪاروبار ڪندس، ٺيڪا ڪڻندس. مون اهو نٿي چاتو تہ منهنجو اهو قدم دادا جي موت جو ڪارڻ بہ بڻجي سگهي ٿو. مونکي اهو بہ ڪڏهن احساس ڪين ٿيو تہ مان دادا سان وري ملي ڪين سگهندس. جيڪڏهن ائين هجي ها تہ مان بغداد ئي نہ وڃان ها. دادا ڪنهن بہ نموني ڪمزور دل انسان ڪين هئا. مان اهو بہ سوچي نٿو سگهان تہ دادا رڳو منهنجي بغداد وڃڻ واري ڳالهہ جي ڪري پنهنجي

زندگيءَ جو انت آڻيندا. جيڪڏهن ائين هجي ها تہ پوءِ شايد منهنجي وچڻ کان پوءِ هوءَ هڪدم اهڙو قدم کڻن ها. هيئن نَو ڏَهہ مهنا ڪين ترسن ها. اهو برابر آهي تہ منهنجي پيڻ جي ذات کان ٻاهر شادي ڪرڻ تي دادا کي تمام گهرو صدمو رسيو هو اهو بہ برابر آهي تہ ڪويتا جي پنهنجي مڙس سان ٿيل اٽبڻٽ ۽ الڳ ٿيڻ ڪري بہ دادا ڏاڍو دکي ٿيا هئا. دادا برابر ڪويتا کي گهر ۾ اچڻ کان منع ڪئي هئي پر مونکي وشواس آهي تہ جيڪڏهن هوءَ گهر اچي ها تہ دادا هنکي ڌڪي ٻاهر ڪين ڪين ها. هنکي اهوئي مانُ ملي ها جيڪو شاديءَ کان اڳ ملندو هو. اهوئي سبب هو جو مون ڪويتا کي ان ڳالهہ لاءِ راضي ڪيو هو تہ هوءَ گهر وچي دادا سان روبرو ملي. اصل ۾ دادا ۽ مميءَ جي شاديءَ جي سلور جبليءَ تي مان ۽ ڪويتا هنن کي سرپرائيز ڏيڻ جو سوچيو هو. مان بغداد مان بنان ڪنهن کي اطلاع ڏيڻ جي واپس اچان ها ۽ ڪويتا سان گڏ دادا ۽ مميءَ کان آسيس وٺڻ وارا هئاسين. تنهن لاءِ اسان تاجمحل هوٽل ۾ پارٽيءَ جو انتظام ڪيو هو. پر اسانجي دل جون سڀ ڪامنائون منيءَ ۾ ملي ويوُن. مان اهو ڪڏهن مجي ڪين سگهندس تہ دادا اسان ٻارن جي هٺ جي ڪري ايترا دکي ٿيا جو هنن انهن دکن کان ڇوٽڪارو پائڻ لاءِ ئي آپگهات ڪرڻ جو سوچيو هوندو. مون دادا کي اٽڪل ويهہ ڏينهن اڳ هڪ چٺي لکي هئي انجو جواب اجان تائين مونکي ڪين مليو آهي. ان ۾ مون ڪا اهڙي ڳالهہ ڪين لکي هئي جنهن مان دادا جي دل کي دک رسي. هونءَ تہ دادا چٺيءَ جو جواب جلد ڏيندا هئا پر هن ڀيري ضرور اَجان تائين جواب نَہ آيو. شايد مميءَ جي هتي نہ هئڻ ڪري هنن کي وقت نہ مليو هجي.

انکان وڌيڪ مونکي ٻي ڪا ڄاڻ ڪين آهي. .

------

منهنجو نالو ڊاڪٽر گدواڻي آهي. مان سرڳواسي موتيرام جو رڳو فئملي ڊاڪٽر ئي نہ پر هنجو گهرو دوست پڻ هوس. اصل ۾ اسان ٻئي اسڪول ۾ بہ ٽي سال گڏ پڙهيا هئاسين. اهو برابر آهي تہ مسٽر موتيرام اٽڪل ٻن سالن کان ڪڏهن ڪڏهن ڊپريسڊ يعني دل سست ٿيڻ محسوس ڪندو هو. بہ سال اڳ مون سندس ڊاڪٽري جاچ ڪئي هئي ۽ هنجو بلڊپريشر وڌيل هو. ان وقت مونکي انجو سبب هن جي دماغي پريشاني سمجھ ۾ آيو هو ڇاڪاڻ تہ ان کان ڪجھ ڏينهن اڳ ڏيٽس ڪويتا بنان سندس مرضيءَ جي شادي ڪئي هئي. موتيِرام جي پيءُ جو موت پڻ هارٽ اٽئڪ کان ٿيو هو انڪري مون ڪيس پنهنجي صحت جو پورو پورو خيال رکڻ جو چيو هو پر هن ڪڏهن بہ منهنجي صلاح کي مڃڻ ۾ گنڀيرتا ڪين ڏيکاري هئي. هو نڪو دوائون ٺيڪ وقت تي وٺڻ ۾ چاھ ڏيکاريندو هو ۽ نڪو پورو پورو آرام ڪرڻ ۾. مون ان کان پوءِ بہ سندس پنج ڇھ دفعا ڊاڪٽري جاچ ڪئي هئي. آرام ڪرڻ ۽ نيم سان دوا وٺڻ سان هنجو بلڊپريشر هيٺ ٿيندو هو پر منهنجن صلاحن کي هو هردم مزاق ۾ ٽاري ڇڏيندو هو. اهو برابر آهي تہ سرڳواسيءَ کي پوين ٻن سالن ۾ ڪافي دماغي پريشانيون آيون پر انهن جي دٻاو هيٺ اپگهات ڪري سگهي ٿو، اهو منهنجي سوچڻ کان ٻاهر آهي. هڪ دفعو جڏهن مون ڪيس دوائون نيم سان ۽ وقت سر نہ وٺڻ لاءِ ڇنڀيو هو ۽ چيو هو تہ ان طرح سان هو پنهنجي موت کي نينڊ ٿو ڏئي. هن کلي جواب ڏنو هو تہ جيڪڏهن ائين ڪرڻ سان سندس موت ٿيو بہ تہ گهٽ ۾ گهٽ هنجي خلاف آپگهات جو ڏوھ تہ قائم ڪين ٿي سگهندو. انڪري منهنجو اهو پڪو ويچار آهي تہ جيڪڏهن سرڳواسي آپگهات ڪرڻ چاهي ها تہ ضرور اهوئي طريقو اختيار ڪري ها. دماغي پريشانين جي ڪري سرڳواسيءَ کي ننڊ نہ اچڻ جي شڪايت هئي ۽ مون

اهڙن موقعن تي ڪيس ننڊ اچڻ جي گوري وٺڻ جي صلاح ضرور ڏني هئي چاڪاڻ تہ دماغي پريشانين سان گڏ ننڊ نہ اچڻ ۽ پورو آرام نہ ٿيڻ ڪري هنڪي دل جو دورو پوڻ جو پورو امڪان هو. ننڊ اچڻ جون گوريون مون ڪيس پنهنجي اسٽاڪ مان ڏنيون هيون پر اهي ايتريون ڪين هيون جن ڪي ڪائي هو آپگهات ڪري سگهي. جيتري قدر مونکي ياد آهي مون هنکي رڳو چار يا پنج گوريون هڪ شيشيءَ ۾ رکي ڏنيون هيون. مون ڪيس دل جي دوري ڪان بچڻ خاطر ڪجهہ گوريون هر وقت پاڻ وٽ رکڻ جي صلاح ڏني هئي جيئن دل گهبرائجڻ شروع ٿيڻ سان ئي هو انهن مان هڪ وٺي آرام ڪري ۽ مونکي اطلاع ڏئي.

شري موتيرام مونسان اٽڪل هڪ هفتو پهريائين گڏيو هو. هو بلڪل خوش تي لڳو. مون هنجي بلڊپريشر جي چڪاس ڪئي هئي اهو وڌيل تہ هو پر ايترو نہ جنهن مان هنجي حالت کي گنڀير چئي سگهجي. ان وقت هن مونکي اهو ضرور چيو هو تہ هنکي پنهنجي بلڊپريشر کي هيٺ ڪرڻ جو هڪ ناياب نسخو هٿ لڳو آهي.

------

(بغداد مان هٿ آيل هيري ڏانهن لکيل موتيرام جي چٺيءَ جو مضمون)

پيارا پٽ هيرا،

شال هردم خوش رهين.

تنهنجي چٺي ملي. پڙهي خوشي ٿي جو تو اتي پنهنجي من موافق ڪم پاتو آهي. تنهنجي چٺيءَ جو جواب جلد ڪين ڏيئي سگهيس جو هڪ تہ تنهنجي ممي نصيرآباد ويل آهي ۽ ٻيو من بہ ڪجهہ پريشان هو.

پٽ، جڏهن کان مون هوش سنڀاليو آهي تڏهن کان جيون ۾ مونکي دکہ ۽ نراشا ئي نصيب ٿي آهي. ننڍپڻ ۾ ماءُ جي گذاري وڃڻ تي پاءُ

۽ ڀينرن جي پالڻ جو بار پيو. اڄان ڀيرن تي ٻيهڻ جهڙو ٽيس مس تہ پيءُ جو هٿ بہ مٿي تان کڄي ويو. سوچيو هوم تہ پڙهي ڊاڪٽر يا انجينيئر ٿيندس پر پيءَ جي مرڻ کان پوءِ ماءُ ۽ ڀينرن جي پڙهائي ۽ شاديءَ خاطر مونکي پنهنجو پڙهڻ ڇڏڻو پيو. هنن جي ڪري پنهنجو آئيندو قربان ڪري نوڪري ڪيم. انهن ٻارن کان اڄان اڄو مس ٿيو هوس تہ نہ چاهيندي پڻ پنهنجي گرهستيءَ جو بار اچي پيو. ڪويتا ۽ توکي سٺي ۾ سٺي تعليم ڏيارڻ خاطر مون ۽ تنهنجي مميءَ پنهنجا سڀ سک قربان ڪري ڇڏيا. ٿوري پگهار ۾ توهان ٻنهين کي سٺن پبلڪ اسڪولن ۾ پڙهائڻ منهنجي وس کان ٻاهر هو. پر صبوح سانجهيءَ محنت ڪري توهانکي پڙهايم. ان وقت رڳو من ۾ اهو خيال هو تہ هڪ دفعو توهان پنهنجن پيرن تي بيهو ان کان پوءِ ئي مان پنهنجي سکن جو سوچيندس.ڪويتا لاءِ مون ڇا ڇا نہ سوچيو هو. ڇا ڇا نہ انسنا ڪيا هئا. پر هنجي ٻنان منهنجي مرضيءَ جي ٻيءَ ذات ۾ شاديءَ سيني آسن اميدن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. مونکي انتي ڪيترو ڏک رسيو ان جو اندازو توهان تڏهن لڳائي سگهندا جڏهن توهان خود ماءُ پيءُ جي گديءَ تي هوندا. ڪويتا شادي ڪري هڪ تہ مونکا اهو حق کسيو تہ مان سندس شادي ڪرايان ۽ تنهن کان سواءِ ذات کان ٻاهر شادي ڪري منهنجن سکيائن ۽ آرزُن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. هن جي شاديءَ کان بہ وڌيڪ ڏک تڏهن ٿيو جڏهن هن مڙس کان ڌار ٿي نوڪري ڪرڻ شروع ڪئي ۽ اها بہ ٻئي شهر ۾. اهو برابر آهي تہ مون ئي کيس گهر ۾ اچڻ کان منع ڪئي هئي پر انجو مطلب اهو تہ ڪين هو تہ هنجي ڏک ۾ ڀاڱي ٿيڻ جو حق بہ مونکي ڪين هو. هن ٻئي شهر ۾ وڃي نوڪري ڪرڻ سان اهو ڇتيءَ طرح ڏيکاريو تہ اسانجي کيس ڪا بہ ضرورت ڪين آهي ۽ انجو مطلب اهوئي هو تہ اسان سندس پالڻ ۾ ڪا غلطي ڪئي هئي.

اجان زندگيءَ جي انهن لوڏن جو اثر ڪجهه گهٽ ٿيو هو تہ تو بغداد وڃڻ جو فيصلو ٻڌايو. انسان جي جيئن جيئن عمر وڌي ٿي تہ اُن وقت پنهنجن جي ويجهو رهڻ جي تمنا وڌندي ٿي رهي. مان بہ تہ پنجاهہ پار ڪري چڪو هوس اهڙي وقت هڪ ئي پٽ جي ايڏو دور وڃڻ تي دل جو دکي ٿيڻ، لازمي هو. پر تو انجي ڪا بہ پرواهہ ڪين ڪئي ۽ منهنجي گهڻي سمجهائڻ کان پوءِ بہ پنهنجي ضد تي قائم رهئين. تنهنجي فيصلي کان پوءِ مونکي پنهنجي زندگيءَ جي آسَن اُميدن جا محل ڊهندا نظر آيا. جن آسن جي سهاري زندگي گذاري رهيو هوس، اُهي چڪناچور ٿينديون نظر اچي رهيون هيون ۽ مان مجبور هيس. مونکي پنهنجو آئيندو بلڪل انڌڪار ساڻ ڀريل نظر ٿي آيو ۽ اهڙي وقت زندهہ رهڻ جي هرڪا چاهنا ختم ٿي ويئي. دل ۽ دماغ کي غم ۽ نراسائون اُڏيهيءَ وانگر اندر ئي اندر کائڻ لڳيون. انهن جي مٿان جڏهن تنهنجي چاچي جي طرفان بابي جي جائداد مان حصي پائڻ جو قانوني نوٽيس مليو ۽ آفيس ۾ پرموشن بہ ڪين مليو تہ زندگيءَ جي آخرين خواهش بہ ختم ٿي ويئي. اهڙي وقت من ۾ رڳو اهو سوال ور ور ڪري پيو آيو تہ هيءُ جيون ڪهڙي ڪم جو ؟ هيءَ زندگي ڪهڙي مطلب جي ؟ هر وقت اهوئي پيو سوچيم تہ جڏهن زندگيءَ جون سڀ آسون اميدون ختم ٿي ويون آهن تہ پوءِ زندهہ رهڻ جا لاءِ ؟ جيڪڏهن تنهنجي مميءَ جو خيال نہ هجي ها تہ شايد هن کان اڳ پنهنجي زندگيءَ جو انت آڻي انهن نراشائن کي ختم ڪري ڇڏيان ها. ٿي سگهي ٿو تہ زندگي ڀر نراشائن ملڻ ڪري نراشائون ئي منهنجي زندگي بڻجي ويون آهن جن کي ڇڏڻ جي مون ۾ همٿ ڪين آهي.

اهڙي وقت اڄ مونکي پنهنجي نراسائن کان نجات پائڻ جو هڪ ناياب نسخو هٿ لڳو آهي. اڄ مونکي پنهنجي نراس زندگيءَ مان ڇوٽڪارو

پائڻ جو راز مليو آهي. مونکي وشواس آهي تہ هن کان پوءِ نراسائون منهنجي زندگيءَ کي ڇُهي بہ ڪين سگهنديون.

اڄ لائبريريءَ ۾ هڪ ڪتاب نظر آيو. ڪتاب جو نالو بہ عجيب هو "نراش زندگيءَ جو انت آڻڻ جو طريقو". ڪتاب جو نالو پڙهي ان ڏانهن ڇڪجڻ قدرتي هو ڇاڪاڻ تہ اهڙي چاهنا منهنجي من ۾ ور ور ڪري ٿي اُڀري. انڪري اهو ڪتاب وٺي گهر آيس ۽ پنجن ڇهن ڪلاڪن کان رڳو اهو ڪتاب ٿي پڙهي رهيو آهيان. ڪتاب پڙهي اهو ڀانيم تہ ليکڪ شايد اهو ڪتاب رڳو منهنجي لاءِ ئي لکيو آهي. ان ڪتاب پڙهڻ سان مون ۾ نہ رڳو همت آئي آهي پر پنهنجي نراس زندگيءَ جو انت ڪرڻ جي ترڪيب پڻ ملي اٿم.

ان کان اڳ تون يا ڪو بيو ان جو الٽو مطلب ڪڍي مان اهو صاف ڪرڻ ٿو چاهيان تہ مونکي پنهنجي نراس زندگيءَ جو انت ڪرڻ لاءِ زندگيءَ جو ئي انت ڪرڻ جي ڪا ضرورت ڪين آهي. هن ڪتاب جي ليکڪ مطابق نراس زندگيءَ جو انت زندگيءَ جي انت سان نہ، پر زندگيءَ مان نراسائيءَ جي انت سان ٿيندو آهي. هن ڪتاب ۾ اهڙا ڪئين مثال ڏئي اهو ثابت ڪيو ويو آهي تہ زندگيءَ ۾ نراسائيءَ جو ٻج انسان جي چاهنائن ۽ تمنائن ۾ سمايل آهي. جڏهن ڪنهن انسان جي ڪا چاهنا ۽ اڇا پوري نٿي ٿئي تڏهن ٿي هو نراس ٿو ٿئي ۽ اها نراسائي هنجي من جي دک جو سبب ٿي بڻجي. اهڙو دک هنجي نراسائي ءَ کي تہ وڌائي ٿو پر ان سان گڏ هنجي دماغي ۽ جسماني بيمارين کي بہ پئدا ڪري ٿو. انسان جون پريشانيون هن جي آتما کي پڻ بيمار ٿيون ڪن جنهن ڪري اهو ماڻهو ڪڏهن بہ پاڻ کي سکي ڪين ٿو سمجهي. انسان جي دکي آتما هنجي زندگيءَ کي نراسائيءَ سان ڀري ٿي ڇڏي. انسان جي اپورڻ اڇا ئي هنجي هر دک، پريشانيءَ ۽ بيماريءَ جو

ڪارڻ تي ٻڌجي انڪري جيڪڏهن اسانکي سچي معنيٰ ۾ روحاني شانتي ۽ سک پائڻو آهي تہ پھريائين من مان دک کي تڙي ڪڍڻو پوندو جنھن لاءِ اسانکي زندگيءَ ۾ نراشائيءَ کي نہ آڻڻ جي تَجويز ڪرڻي پوندي ۽ جيئن تہ نراشائي پئدا ٿئي ٿي ٿي پنھنجون اِڇائون چاھنائون پوريون نہ ٿيڻ سان، انڪري پھريائين اسانکي انھن تي قابض ٿيڻو پوندو. جڏھن اسان پنھنجي اڇائن تي قبضو پائينداسين تہ نہ اسانکي ڪا نراسائي ملندي ۽ نڪو ڪو دک. تنھن ڪان پوءِ نہ اسانجو جسم بيمار ٿيندو ۽ نہ آتما. انڪري پنھنجي زندگيءَ مان نراسائي تڙي ڪڍڻ جو ھڪ ئي اُپاو آھي تہ اسان پنھنجي من مان پنھنجون اڇائون ئي ڪڍي ڇڏيون. گيتا ۾ بہ تہ چيل آھي تہ انسان کي ڪرم ڪرڻ گھرجي انجي ڦل جي چاھنا نہ ڪرڻ کپي. گيتا جي ان گيان جو اصل ارٿ اڄ منھنجي سامھوُن چٽو ٿيو آھي. انسان کي ھردم پنھنجا ڪرم ڪرڻ کپن، انھن جي ڦل يا نتيجي جي باري ۾ ھنکي سوچڻ نہ کپي. ڦل جي اڇا ئي چاھنا جي جنني آھي.

اھو سڀ پڙھڻ ڪان پوءِ مونکي پنھنجي نراس زندگيءَ جو سبب سمجھ ۾ آيو آھي. جيڪڏھن مان ڪويتا جي منھنجي پسنديءَ موافق شادي جي اڇا ڪين ڪيان ھا تہ اڄ ھنجي پنھنجي مرضيءَ سان شاديءَ جو دک مونکي ڪين ٿئي ھا. جيڪڏھن ھنجي پنھنجي مڙس ڪان ڌار ٿي گھر اچڻ جي چاھنا منھنجي من ۾ دبيل نہ ھجي ھا تہ ھنجي گھر نہ اچڻ تي مونکي نراسائي ڪين وڪوڙي ھا. جيڪڏھن مان پنھنجي سوارٿ خاطر تنھنجي ھتي ھندستان ۾ نوڪري ڪرڻ جي تمنّا پنھنجي من ۾ نہ رکان ھا تہ تنھنجي بغداد وڃڻ جو غم مونکي ڪين ٿئي ھا. اھڙي نموني تي سگھي ٿو تہ بابي جي ڇڏيل ملڪيت کي پائڻ جي ڪا لڪل چاھنا من ۾ ھجي جنھن ڪري ئي شيام جي حصي گھرڻ تي مونکي غصّو لڳو ھجي. جڏھن مون ھنکي پوري

جائداد ڏيڻ جي پيشڪش ڪئي تہ پوءِ دکي ٿيڻ جو ڪارڻ ڪهڙو هو، بنان ان جي تہ اصل ۾ مون اها جائداد ڇڏڻ ٿي ڪين ٿي چاهي. آفيس ۾ پرموشن نہ ملڻ جي ڪري بہ مونکي انڪري نراش ٿيڻو پيو تہ مونکي پنهنجي رڪارڊ جي آڌار تي واڌارو پائڻ جي چاهنا هئي ۽ نہ نوڪريءَ ۾ سينيارٽيءَ تي. انڪري مون ڏٺو تہ منهنجي نراش زندگي جو سبب هميشہ هڪ ئي رهيو آهي ۽ اهو آهي منهنجي من ۾ لڪل اڇائون، تمنائون ۽ چاهنائون. هن ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ مون اهو فيصلو ڪيو آهي تہ مان پنهنجي ان نراسائيءَ جو انت ڪرڻ لاءِ پهريائين پنهنجي اڇائن جو دمن ڪريان، جيئن، جيڪڏهن ڪا اڇا پوري نہ ٿئي تہ نراس ٿيڻ جو ڪو موقعو ئي نہ رهي. مان پنهنجي نراس زندگيءَ جو انت ٿو ڪرڻ چاهيان پر جيون جو انت آڻڻ سان نہ، پر زندگيءَ ۾ نراشائن کي ختم ڪري ۽ نراشائن جي سببن کي بہ دور ڪري. سڀاڻي کان مان پنهنجي نئين زندگيءَ جو آغاز ڪرڻ ٿو چاهيان، بنان ڪنهن چاهنا جي، بنان ڪنهن مطلب جي ۽ بنان ڪنهن اڇا جي

منهنجي شاديءَ جا پنجويہ سال ڪجي مهني پورا ٿي رهيا آهن. ان موقعي تي جيڪڏهن توهان سڀ هتي هجو تہ مونکي خوشي ٿيندي پر جيڪڏهن ڪن سببن ڪري توهان هت نہ بہ هوندءَ تہ بہ مان رنج نہ ڪندس. مان هڪ ٻن ڏينهن ۾ ڪوبتا کي بہ چٺي لکندس هوءَ جتي بہ هجي شال سکي رهي. مون پنهنجي من جون سڀ اڇائون ماري ڇڏيون آهن. اڄ منهنجو من ڏاڍو هلڪو آهي جنهن ڪري اڄ مان آرام جي ننڊ ڪرڻ ٿو چاهيان جيئن سڀاڻي کان مان پنهنجي نئين ارادي مطابق زندگي گذاري سگهان.

چڱو پٽ، شال پنهنجي ڪوششن ۽ ارادن ۾ ڪامياب رهين.

تنهنجو پيءُ.

------

# ڪارونر جي رپورٽ

ارڙهين تاريخ باندرا جي نوُتن نگر جي فلئٽ ۾ شري موتيرام ولد شري ڀڳوانداس جي لاش ملڻ جي ڪيس ۾ شاهدن جي بيانن، پوليس جي جاچ ۽ پوسٽ مارٽم جي رپورٽ جي آڌار تي مان ان نتيجي تي پهتو آهيان تہ شري موتيرام جو موت چوڏينهن ـ پندرينهن تاريخ رات جو اٽڪل ٻي ۽ اڍائي بجي جي وچ ۾ ٿيو. پوسٽ مارٽم جي رپورٽ مطابق فوتيءَ جي پيٽ ۾ رڳو ننڊ جي هڪ گوريءَ جي وزن جيترو ڪيميائي مصالحو هو جيڪو رڳو ننڊ اچڻ لاءِ ڪافي هو ۽ اهو موت جو سبب نٿو ٿي سگهي. فوتي موتيرام جي هٿ ۾ مليل گوريءَ کي ڪيميائي جاچ ڪرڻ تي معلوم ٿيو تہ اها رڳو دل جي دوري جي گوري هئي ۽ اها فوتيءَ جي پيٽ ۾ پيل گوريءَ کان الڳ هئي. حالتن کي ڌيان ۾ رکي اهو چئي سگهجي ٿو تہ فوتي ان گوري وٺڻ لاءِ پنهنجي پلنگ تان اُٿيو. ڊاڪٽري رپورٽ انوسار فوتي موتيرام جو موت دل جي دوري پوڻ ڪري ٿيو انڪري اهو نتيجو ڪيڻ غلط نہ ٿيندو تہ اها گوري وٺڻ کان اڳ ئي فوتيءَ جا پراڻ پکيروُ اُڏامي ويا.

شاهدن جي بيانن ۽ فوتيءَ جي موت کان اڳ پنهنجي پٽ ڏانهن لکيل چٺيءَ مان صاف ظاهر آهي تہ سرڳواسيءَ جي زندگيءَ ۾ نراسائي ڀريل هئي. پر مرڻ کان اڳہ هنکي نراسائيءَ جو نہ رڳو سبب سمجھہ ۾ اچي ويو پر ان کان ڇوٽڪارو پائڻ جو طريقو پڻ هنکي مليو هو. هن اُن تي عمل ڪري پنهنجين پريشانين کي دور ڪرڻ ٿي چاهيو. هن پنهنجي چٺيءَ ۾ چڱيءَ طرح لکيو آهي تہ هو آرام سان ننڊ ڪرڻ ٿو چاهي. ڏسڻ ۾ ٿو اچي تہ هن ان لاءِ ننڊ جي گوريءَ جو سهارو ورتو هوُندو. دل تان نراشائن ۽ غمن جو بوجھہ هڪدم هٽجي وڃڻ ڪري شايد رات جو هنکي دل جو دورو پڻ پيو ۽ ان جي لاءِ ڊاڪٽر جي صلاح مطابق هن گوري وٺڻ ٿي چاهي پر ان کان اڳہ ئي هنجي

نراشائن سان گڏ سندس زندگيءَ جو ئي انت ٿي ويو. ڊاڪٽري وگيان ۾ اهڙا گهڻا مثال آهن ته جڏهن دل تان دکن ۽ غمن جو بار هڪدم هلڪو ٿيندو آهي ته به انسان لاءِ اهو برداشت ڪرڻ مشڪل ٿيندو آهي ۽ دل جو دورو پوڻ جو امڪان ٿيندو آهي. ڏسڻ ۾ ٿو اچي ته فوتي موتيرام سان به ڪجهه ان نموني ٿيو آهي. فوتي موتيرام پنهنجي زندگيءَ مان نراشائن کي ختم ڪرڻ جي چاهنا من ۾ رکي سمهيو پر قدرت هنجي نراش زندگيءَ جو ئي انت ڪري ڇڏيو. انڪري مان ان نتيجي تي پهتو آهيان ته فوتي موتيرام نڪو ڪو آپگهات ڪيو ۽ نڪو ئي ان لاءِ ڪو ذميوار آهي. هنجو موت قدرتي آهي.



# تصوير

اج بہ هوءَ جڏهن منهنجي سامهون ايندي آهي تہ هن جي اهائي تصوير مُنهنجي اکين اڳيان تري ايندي آهي . هوءَ بن ٻارن جي ماءُ آهي. اج پُورن وِيهن سالن کان ڪجھ وار بہ اڃا تي ويا اٿس تڏهن بہ هن جي اها تصوير مونکان وساري نٿي وسري.

ناٽال جي موڪلن ۾ مان ماسيءَ وٽ مَهوءَ وڃي رهيو هوس. ائين تہ ننڍپڻ کان ئي ماسيءَ سان منهنجو ڏاڍو سنيھ هو پر ماءُ جي سرڳواس ٿيڻ کان پوءِ ماءُ جي ڪمي پڻ ماسيءَ پوري ڪئي هئي. منهنجي هر سک دک ۾ منهنجي سار لڌي هئي. سو ان جي زور ڀرڻ تي مون مَهوُ وڃڻ جو سوچيو ڇاڪاڻ تہ ناٽال جون موڪلون رهيل هئڻ ڪري انهن کي سجايو ڪرڻ بہ ضروري هو.

اجمير مان رات واري گاڏيءَ ۾ مَهوءَ لاءِ روانو ٿيس. صبوح جو ستين بجي گاڏي نيمچ پهتي. چانھ پيئڻ لاءِ گاڏي مان هيٺ لهي چانھ جي هڪ اسٽال وٽ وڃي پهتس. جيستائين چانھ وارو چانھ ڏئي تيستائين هيڏانهن هوڏانهن بنان ڪنهن مطلب جي نهارڻ لڳس. ڇا ڏسان سامهون واري گاڏي جي اندر هڪ خوبصورت مورت جيان هوءَ ويٺي هئي. هوءَ شايد ڪن خيالن ۾ غلطان هئي انڪري بنان ڪنهن چرپر جي ۽ بنان ان احساس جي تہ مان ڪيس ڏسي رهيو آهيان هوءَ هڪ ٽڪ ڏسي رهي هئي. سنگمرمر جو بدن، ڪڪرن وانگر ڪارا ڪارا گهنبيدار وار. ٻيج جي چنڊ جيان سنهيون ۽ اڌ گول ڀرون. ساڄي ڳل تي ڇپ جي ويجهو ڪارو تر، گهري ڊِنڊ جيان نيربون اَکيون.نارنگيءَ جي ڦارن کي مات ڪندڙ سنها چپ ۽ انهن سان گڏ انهن چپن تي موناليسا جي مُشڪ. گاڏي جي دري جڻ ان تصوير جو فريم

هئي. هن جو حسن جمال ڏسي مان سڌ ٻڌ وڃائي ويٺس ۽ هڪ پٿر جي بوتي جيان هن جي سونهن جو لطف ماڻڻ لڳس. پر مار پوي ان چانهه واري تي جنهن خلل وڌو. هن چانهه مونکي ڏيندي چيو، "بابوُ صاحب، توهان بہ تہ ان گاڏيءَ ۾ وڃي رهيا آهيو تہ پوءِ ڪجهہ پوءِ لاءِ بہ چڙهيو."

چانهه واري جا اهي بول ٻڌي دل ۾ لڄي ٿيس ۽ هڪدم پنهنجي نظر هٽائي ٻئي طرف ڏسڻ لڳس. پر پاڻ کي گهڻي دير روڪي ڪين سگهيس. چانهه واري کان نظر بچائي چانهه جي هڪ هڪ چشڪي پربندي ڪوپ جي ڪناري مٿان ان سهڻي دلبر جو ديدار ڪندو رهيس. چانهه پي پوري ڪيم تہ چانهه واري ڪوپ وٺندي مسڪرائيندي پڇيو،"بابوُ صاحب، چئو تہ هڪ ڪوپ ٻيو بہ ڏيانوَ."

چانهه واري جا اهي اکر ٻڌي سمجهي ويس تہ هن کي بيوقوف ڪين بڻائي سگهيو هوس. انڪري چانهه جا پئسا ڏيئي جلد اتان هليو ويس پر ڪا غيبي طاقت چقمق جيان مونکي اوڏانهن ڇڪي رهي هئي. آخر لوڪ لڄ لاهي مان ان گاڏي جي سامهوُن چڪر لڳائڻ لڳس. پر هوءَ تہ پنهنجي آسپاس کان بيخبر هڪ بُت جيان ويٺي رهي. ڇهري تي مشڪ ان ڳالهہ جو ثبوت هئي تہ هوءَ ڪن حسين خيالن ۾غلطان هئي. هن هڪ دفعو بہ ڪنڌ ورائي ٻاهر ڪين ڏٺو. نيمچ تي گاڏي اڌ ڪلاڪ بيٺي پر مان ان حسين نظاري ۾ اهڙو تہ مَحوُ ٿي ويو هوس جو وقت جو پتو ئي ڪين پيو. جڏهن انجڻ هلڻ لاءِ ڪوُڪ ڪئي تہ ڌيان ٽٽو. سڀ کان پهرئين گاڏي ۾ ويٺل هوس انڪري ڊڪي اچي پنهنجي گاڏي ۾ چڙهيس. گاڏيءَ هلڻ شروع ڪيو تہ پنهنجي غلطيءَ جو احساس ٿيو تہ چو نہ ان گاڏي ۾چڙهيس. اڳينءَ اسٽيشن تي غلطي سڌارڻ خاطر هيٺ لهي اجان مون پوئتي وڃڻ شروع ڪيو تہ گاڏيءَ بہ هلڻ شروع ڪيو. انڪري وري واپس بنهنجي گاڏي ۾ چڙهڻو پيو.

منهنجي اندر ۾ هن ماهتاب کي ڏسڻ جي بيتابي هئي پر مان ڪجهه ڪري ڪين پي سگهيس. انهن ڏينهن ۾ اڄ وانگر سپ گاڏا اندران ئي اندران مليل ڪين هوندا هئا. ٻه ٽي اسٽيشنون آيون پر نٺيون هئڻ ڪري هيٺ لهڻ جي همٿ وري ڪري ڪين سگهيس.

چئن پنجن اسٽيشنن کان پوءِ مندسور آئي. مونکي پتو هو ته اُتي گاڏين جو ڪراسنگ ٿيندو آهي جنهنڪري اُتي گاڏي ڪجهه وڌيڪ وقت بيهڻ جو امڪان هو. سو جيئن ئي گاڏي پليٽفارم تي پهتي ته مان لهي ان پنئين گاڏي ڏانهن وڌيس پر مندسور جو پليٽ فارم نيمچ جي پليٽ فارم کان ٻئي پاسي هو انڪري ان گاڏي جي سامهون پهچي مايوس ٿيڻو پيو ڇاڪاڻ ته هوءَ ٻئي پاسي ويٺي هئي. هنجو مکڙو به ڏسڻ نصيب ڪين پي ٿيو. گاڏيءَ جي ٻاهران ڪافي پرسان سُهڻيءَ جو مُنهن ڏسڻ جو موقعو ڪين مليو. ائين ٿي لڳو ته هوءَ مونکي نه پر منهنجي قسمت کي پٺي ڏيئي ويٺي هئي. ٿوري دير کان پوءِ هڪ گاڏي مان نڪري پنئين پاسي پنهنجي دلبر جو ديدار ڪرڻ ويس. دريءَ جي فريم ۾ اهائي تصوير ته هئي پر هينئر هوءَ پنهنجن خيالن ۾ ڪين هئي انڪري هنجي اکين ۾ چرپر هئي. مان پنيان هنجي گاڏي جي سامهون وڃي بيٺس. هڪ دفعو هنجون اکيون منهنجي اکين سان مليون پر ٻنان اُتي رڪجڻ جي اتان هٽجي ويون انڪري اهو سمجهه ۾ ڪين آيو ته هنکي منهنجي اُتي هُجڻ جي ڄاڻ پيئي يا نه. پر مان ان جاءِ تي ڪنهنجي حسن جي جادوءَ سان ٻڌجي بُت بڻيو بيهي رهيس جو هڪ ماڻهوءَ هٿ کان پڪڙي مونکي لائين کان پري ڪندي چيو، "جي مرڻو ئي اٿئي ته ڪنهن کوهه يا سمنڊ ۾ وڃي مر. گاڏيءَ جي هينان اچي ڇو ويچاري ڊرائيور کي ڏوهي ٿو بڻائين؟"

سچ پچ جيڪڏهن اهو ماڻهو مونکي اتان پري نہ هٽائي ها تہ ايندڙ گاڏيءَ هيٺان اچي ضرور ڪتجي مران ها چاڪاڻ تہ نہ مون ان ايندڙ گاڏيءَ جون ڪوڪون ٻڌيون هيون ۽ نہ ماڻهن جا رڙيون واڪا جيڪي مونکي اتان هٽڻ لاءِ آواز ڏيئي رهيا هئا. ان ماڻهوءَ جي ان طرح زور سان ڳالهائڻ ڪري ان نازنين جون اکيون ٿوري دير لاءِ مون ڏانهن وريون. پهريائين تہ نهال ٿيس پر پوءِ لڄ کان منهن ڳاڙهو ٿي ويو چاڪاڻ تہ منهنجي حالت تي هن هڪ وڏو ٽهڪ ڏنو هو. انڪري مون اُتان هٽي وڃڻ ئي بهتر سمجهيو. مون اهو بہ ڏسي ڇڏيو هو تہ جنهن گاڏي ۾ هوءَ ويٺي هئي اهو زنانو گاڏو هو جنهنڪري ان ۾ چڙهڻ ممڪن ڪين هو.

اُتان اچي پنهنجي گاڏي ۾ تہ ويٺس پر منهنجي دل تہ چئي ان دريءَ واري دلبر وٽ رهجي ويئي هئي. دل ۾ تہ ڏاڍي آنڌ مانڌ هئي ۽ هر اسٽيشن تي لهي وڃي ديدار ڪرڻ جي پڇي سوچيم پر همت ڪين ٿي . رتلام ايندي ايندي دل جي بي چئني ايتري تہ وڌي ويئي جو پاڻ کي روڪڻ محال هو. ور ور من ۾ اهو خيال ٿي آيو تہ رتلام هڪ وڏو جنڪشن آهي. جيڪڏهن هنڪي اُتي گاڏي بدلائڻي هجي تہ مان ڇا ڪندس. من ۾ ويچار تہ آيو ٿي تہ جيڪڏهن هن گاڏي بدلائي تہ مان بہ مَهوُ وڃڻ بدران گاڏي بدلائي هن جي پوئتان ويندس. پر پوءِ خيال آيو تہ ٽڪيٽ ڪٿان جي گهرندس. سو ڀڳوان کي پرارٿنا ڪيم تہ شال هوءَ رتلام ۾ گاڏي نہ بدلائي.

بابو تہ گهڻن ڏينهن کان پوئتان هو تہ مان شادي ڪريان پر مان ان لاءِ راضي ڪين ٿي ٿيس. پر هن وقت جيڪڏهن بابو سامهوُن هجي ها تہ اڳتي وڌي مان ئي چوانس ها تہ جيڪڏهن هن ماهزبين سان شادي ڪرايو تہ پوءِ هڪ ڏينهن جي بہ دير ڪين ڪندس. پر جيڪڏهن خواهشون اهڙو

جلد پوريون ٿينديون هجن تہ پوءِ زندگيءَ مان ڪہ ٿي نڪري ويندا ۽ پڳوان کي ڪير پڇندو.

رتلام آيو. گاڏي اجان بيهي ئي بيهي ان کان اڳ مان ٿي پڳس پُنيان ان گاڏي جي سامهون. واھ ڙي قسمت ھن کي اُتي لهڻ جو ڪو سعيو ڪندو ڪين ڏسي آٿت مليو. پاڻ کي ان وقت ستين آسمان تي اُڏامندو پانيم. جيئن تہ مان سڀ کان اڳئين گاڏي ۾ ونو هوس انڪري انجڻ جا ڪوئلا اُڏامي وارن ۾ ٿي پيا انڪري رومال کي ٻيٽو ڪري تڪندو ٿاهي مون انجڻ ڊرائيور وانگر مٿي کي ٻڌو هو. جلدي جلديءَ ۾ مونکي اهو لاهڻ جو ڌيان بہ ڪين آيو هو. هنجي گاڏي جي سامهون هڪ ٻن چڪرن لڳائڻ کان پوءِ هنجي نظر مونتي پيئي ۽ انڪان پوءِ جڏهن بہ هنجي سامهون لنگهيس تہ ڏٺم هوءَ مونکي غور سان ڏسي رهي هئي. پهريائين تہ ڏاڍو خوش ٿيس پر هر چڪر کان پوءِ هن جي منهن ۽ اکين ۾ غصو وڌندو نظر آيو. هنجي حسن جو جادو مونتي ايترو چڙهي چڪو هو جو مونکي سندس غصي ۾ پڻ هنجو حسن وڌيڪ چمڪندو نظر پي آيو. هڪ دفعي تہ مونکي اهو پاسيو تہ چڻ هن جي اکين مان باھ جا اُلا نڪري رهيا هئا ۽ شايد هوءَ مونکي ڪچو ڳيهي وڃي ها. پر مان تہ اڄ سر تي ڪفن ٻڌي نڪتو هوس سو مون ان جي پرواھ ڪين ڪئي اُلٽو هنجي اکين ۾ اکيون اڙائي هن جي گاڏي جي سامهون گذري رهيو هوس تہ هڪ ڪتي مٿان ٿاٻڙجي ڪري پيس جيڪو هيٺ پيل جوٺ کائي رهيو هو. منهنجي حالت ان وقت ڏسڻ وٽان هئي ۽ هوءَ سڀ غصو پلجي ٺهڪ ڏيئي رهي هئي ۽ پنهنجي پير ۾ ويٺل هڪ ٻي ڇوڪريءَ کي چئي رهي هئي،"پڳوان انسان کي بہ اکيون انڪري ڏنيون آهن تہ ڏسي هلجي. پر جي هو انهن هوندي بہ انڌو ٿي هلي تہ پوءِ ان ۾ ويچاري ڪتي جو ڪهڙو ڏوھ؟"

ان تي ان ٻيءَ ڇوڪريءَ بہ کلندي جواب ڏنو هوس،”ڏس ويچارو هي ڪتو ٻنان ڪنهن ڏوهہ جي وينو ڪيڪوُن ڪري.“ تنهن تي ان مونالسا ٺهڪ ڏيندي چيو هو،”اڙي ها هڪ ڪتو وينو ڪيڪوُن ڪري ۽ ٻيو وينو چپ چاپ انکي ڏسي.“

مون لاءِ اهو سڀ سهڻ کان ٻاهر هو انڪري چپ چاپ اُتان هليو ويس. ٿوري دير تہ پاڻ کي روڪيم پر پنهنجي دل کان پريشان ٿي وري ان گاڏي ڏانهن وڌيس. ڀريائين تہ ديدار ڪري پنهنجي سڌ ٻڌ وڃائي وينو هوس پر پوءِ هنن جي ڳالهين ڏانهن جڏهن ڌيان ويو تہ سمجهہ ۾ آيو تہ مونکي ڪهڙا ڪهڙا خطاب ملي رهيا هئا. جيئي ـ ”ڏس ڪتو ڪيترو نہ وفادار جانور آهي. لت لڳڻ کان پوءِ بہ پيو پچ لوڏي اڳيان پٺيان گهُمي“، ”اڄ ڪلهہ جا مجنون پريان ئي پڌرا“، ”بيشرميءَ جي بہ ڪا حد ٿيندي آهي“، ”ڊرائيور انجڻ ڇڏي پيو چڪر لڳائي“ وغيره وغيره. پر مونتي بہ ڇڻ ڪو ڀوُت سوار هو مونکي نڪو هئي انهن طعنن جي پرواهہ نڪو انهن ٽوڪن جي چنتا. منهنجي ان بيشرمائيءَ کي ڏسي هوءَ ئي اُتان اُٿي ٻئي پاسي هلي وئي.

گاڏي هلي ۽ مان وري پنهنجي گاڏي ۾ اچي چڙهيس. انکان پوءِ جيترين اسٽيشنن تي مونکي موقعو ٿي مليو تہ مان پنهنجي گاڏي مٿان لهي هنجي درشن خاطر هنجي گاڏي جي سامهوُن ٿي ويس. پر جيئن تہ ان نازنين منهنجي نيت کي تاڙي ورتو هو انڪري هوءَ هميشهہ اسٽيشن تي پليٽفارف جي ٻئي طرف ٿي هلي وئي. جيڪڏهن ڪڏهن مان پنئين پاسي کان لهي هنجي ديدار خاطر ٿي ويس تہ هوءَ اڳئين پاسي ٿي هلي وئي. انڪري انڊور اچڻ تائين وري هن جو ڪو درشن ڪونہ مليو.

گاڏي انبور پهتي. جيستائين مان لهان ئي لهان تيستائين چڙهڻ وارن ڌوڪ ڌوڪان ڪري چڙهڻ شروع ڪيو. انڪري مونکي گاڏي مان لهڻ ۾ ڪجهه دير ٿي. جڏهن لهي هن جي گاڏي جي ڪجهه ويجهو پهتس ته ڇا ڏسان ته هوءَ گاڏي کان هيٺ لهي بيٺي آهي ۽ سامهون بيٺل هڪ نوجوان سان کلي کلي ڳالهيون ڪري رهي آهي. ائين ته جوان جي پٺ منهنجي طرف هئي پر پوٽتان به اهو جوان ڪافي قداور ۽ سهڻو ٿي لڳو ۽ هن جي پيٺ ۾ مان تئي جي پٺ تي لڳس. ڳالهيون ڪندي ڪندي ان جوان هر گهڙيءَ هن کي پيار پري ڪڏهن مني ٿڦڪي پي هنئين ته ڪڏهن پٺي پي ٿپيري. جڏهن نازنين جي مونتي نظر پيئي ته هن مون ڏانهن نهاريو. مون اُتي ترسڻ واجب ڪين سمجهيو ۽ هڪدم واپس وريس. جيستائين پنهنجي گاڏي جي سامهون ڪين پهتس تيستائين واپس وري مون ڪين ڏٺو. جڏهن پوٽتان نهاريم ته ڏٺم ته اها حسن جي پري ان جوان سان گڏ قوليءَ کان سامان کٽائي پليٽفارم کان ٻاهر وڃي رهي آهي. پريان ته ائين ڏسڻ ۾ آيو ته هو ٻئي هڪ ٻئي جو هٿ پڪڙي وڃي رهيا هئا. انهن نون ڏهن ڪلاڪن ۾ دل جا ارمان ائين اُٿندا ۽ متجي ويندا انهي جو اندازو مونکي ڪين هو. خير هن جي اها مونااليسا روپي تصوير من ۾ لڪائي مان به وڃي مَهوءَ پهتس.

رات جو روٽي کائڻ کانپوءِ ماسيءَ سان گهر جو حال احوال اورڻ ويٺس. ماسيءَ ٻڌايو ته بابا کيس لکيو آهي ته هوءَ مونکي شاديءَ لاءِ مڃائي. مون کيس جواب ڏنو ته ڪاش رڳو ڇهه ڪلاڪ اڳ اها ڳالهه هوءَ مونکي چئي ها ته مان انڪار ڪين ڪيان ها پر هينئر حالتون بلڪل بدلجي چڪيون آهن ۽ منهنجي شادي ڪرڻ جي اڇا ڪين رهي آهي. ماسيءَ ٻڌايو ته بابي کيس لکيو آهي ته مان ڪٿي به شادي ڪري سگهان ٿو ڇاڪاڻ ته منهنجي

ماءُ جي مرڻ کان پوءِ گھر ۾ ڪنهن گھر هلائڻ واري زائفان جي ضرورت آهي. هيل تائين تہ منهنجي نندي ڀيڻ پئي گھر هلايو پر انجي بہ آخر شادي ڪرڻي پوندي. انڪري هنجي شاديءَ کان اڳ منهنجي شادي ٿيڻ ضروري آهي جيئن گھر جي نُنهن اچي گھر سنڀالي تہ سُنو. مون ماسيءَ کي ٽارڻ خاطر چيو تہ نيڪ آهي مان سوچي جواب ڏيندس. انتي ماسيءَ چيو،"نيڪ آهي، تون ڀل سوچي جواب ڏي. تنهنجي ماسڙ جي آفيس ۾ هڪ اوورسيئر آهي هن ڀنهنجي ساليءَ لاءِ چيو آهي. سو آيو آهين تہ انکي بہ ڏسي ڇڏ، باقي جواب ڀل سوچي پوءِ ڏجانءِ." مون چيومانس تہ ڇوڪري ڏسڻ جي ڪا تڪڙ ڪين آهي جڏهن بہ شادي ڪرڻ جو سوچيم تہ پوءِ ڏسبي پر ماسيءَ چيو تہ ماسڙ جو اهو ساٿي اٿين ئي سياٽي اچٽو آهي انڪري مون ڪيس ڀنهنجي ساليءَ کي گڏ وٺي اچڻ لاءِ چيو آهي. سو توکي سياٽي ئي جواب ڏيڻ جي ضرورت ڪين آهي. رڳو هڪ نظر سان ڇوڪري ڏسي ڇڏ.

منهنجي شادي ڪرڻ جي بلڪل اڇا ڪين هئي. ويچار آيو تہ جنهن جڳهہ تي هنجي تصوير رکي هيم اها جڳهہ بي ڪنهن کي ڪين ڏيئي سگھندس. انڪري بئي ڏينهن بنان ڪنهن کي ٻڌائڻ جي مئٽني شو ۾ پڪچر ڏسڻ هليو ويس اُتان نڪري گھمندو ڦرندو دير سان گھر پهتس تہ ڀل هوُ اچي واپس هليا وڃن. اجان گھر ۾ گھڙيس تہ نندي ماسات اچي چيو،"ڀائوُ، توهان بہ ڪمال ٿا ڪيو. هلو سڀ ويٺا توهان جو انتظار ڪن."

ڪمري ۾ گھڙيس تہ سامهوُن صوفا تي هڪ جوان ويٺل نظر آيو جنهن جو چهرو ڪجهہ سڃاتل ٿي لڳو. مون ڏانهن ڀٺي ڪري صوفا تي بہ زالوُن ويٺيون هيون جن جا چهرا ڏسڻ ۾ ڪين ٿي آيا. اڳتي ويس تہ ماسيءَ اُٿندي چيو، " اَڇُ ڀُٽ، هِنن سان مل". اڳتي وڌي ان جوان سان هٿ ملايم. ماسيءَ پوئتان انهن زالن ڏانهن اشارو ڪندي چيو،"هنن سان بہ مل، هيءَ

آهي هن جي زال ۽ هيءَ اٿس سالي“. نمستي ڪرڻ لاءِ هٿ جوڙي اکيون کٽي جو ڏسان ته ’هوءَ خود‘ صوفا تي ويٺي آهي ! هن به مونکي سڄاتو چاڪاڻ ته هنجي منهن تي به لالاڻ اچي ويئي. مان اهو فيصلو ڪري ڪين سگهيس ته هنجو منهن غصّي کان ڳاڙهو ٿيو يا ڪنهن ٻئي سبب.

مٿي ۾ سوُر جو بَهانو ڪري مان اُتان هليو آيس. ماسي به پوئتان آئي ۽ طبيعت جو حال پڇي واپس هلي ويئي. هُنن جي وڃڻ کان پوءِ ماسيءَ اچي پڇيو ته مونکي ڇوڪري پسند آئي يا نه ؟ مون ڪيس ڪو سڌو جواب ڪونه ڏنو.

-----

هن جي اها تصوير اڄ به مان پنهنجي دل ۾ سانڍي ويٺو آهيان. سامهوُن ڪئلينڊر ۾ پنجويهين تاريخ ڏسي سوچي رهيو آهيان ته ويِهن سالن کان پوءِ وري اڄ ساڳي تاريخ آهي. مان ان تصوير جي خيالن ۾ غرق. ايتري ۾ آواز ٻڌو،”اڄ موڪل ڏينهن سنان پاڻي به نه ڪرڻو اَٿو ڇا ؟ جلد سنان پاڻي ڪري روٽي کائو، پوءِ ويهي سوچجو.“

آواز ٻڌي خيالن جي دنيا مان واپس موٽيس. ڇا ڏسان ته سامهوُن وري اها ئي تصوير. هينئر به هنجي چهري تي اهائي مونا ليسا واري مشڪ. اڳ ۾ اها رڳو هڪ تصوير هئي ۽ هينئر هڪ تصوير کان سواءِ به ڪجھ آهي. هوءَ آهي منهنجي ڌرمپتني !

*

# ٻُڪ

ان بند دريءَ تي ٿي منهنجي پهرين نظر پيئي هئي جڏهن مان نئون هن شهر ۾ بدلي ٿي آيو هوس. منهنجن زيردستن منهنجي اَچڻ کان اڳ مُنهنجي لاءِ هيءَ جڳهہ مسواڙ تي ڪري ڇڏي هئي. مان هن شهر ۾ رات جو پهتو هوس انڪري ان وقت آسپاس جو نظارو ڪين ڏسي سگهيو هوس. صبوح جو اُٿي جڏهن ڪمري جو دروازو کولي ٻاهر نماريم تڏهن سڀ کان پهرين نظر ان بند دريءَ تي ٿي پيئي هئي.

منهنجي هيءَ جڳهہ پهرين ماڙ تي هئي . هيٺ جڳهہ جي مالڪ جو سامان پيريل هو . اُها بند رهندي هئي. مٿي بہ ڪمرا رنڌڻو ۽ سنان جاءِ هن مسواڙ تي ڏنا هئا جيئن سندس سامان جي سنڀال ٿيندي رهي. مٿي ڪمرن جي اڳيان کلي ڇت هئي. هيٺ ان جڳهہ جي چوڌاري هڪ ننڍو باغيچو هو ۽ ان ۾ هڪ کوهہ . شهر ننڍو هو ۽ اَجان ان ۾ نل ڪين هئا. ماڻهن کي پاڻي کوهن مان ئي پيرڻو پوندو هو. ان کوهہ تان بہ اوڙي پاڙي جا ماڻهو پاڻي پيرڻ ايندا هئا. ان جاءِ جي سامهوُن گهٽي ۽ گهٽيءَ جي ٻيءَ پير بلڪل سامهوُن هڪ مسجد ۽ ان مسجد جي ڇت تي ڪلڻ واري اها دري جيڪا مسجد سان لڳل جاءِ جي مٿئين ڪمري جي هئي.

مان تن ڏينهن ۾ ڪنوارو هوس انڪري روٽي هوٽل تي کائيندو هوس. پر آفيس جو پٽيوالو شام جو اچي چانهہ ٺاهي ڏيندو هو جيڪا مان کليل ڇت تي ڪرسيءَ تي ويهي اخبار پڙهندي پيئندو هوس. جڏهن بہ اک کڻي ڏسندو هوس تہ اها دري هميشه بند نظر ايندي هئي. ڏينهن جو منهنجي غير حاضريءَ ۾ بہ اها کلندي هئي يا نہ، انجو مونکي اندازو ڪين آهي پر موُن ڪڏهن بہ ان دريءَ کي کليل ڪين ڏٺو.

مونکي هن شهر ۾ آئي اٽڪل پندرهن ڏينهَن ٿيا هوندا. هڪ ڏينهن آفيس کان موٽيس تہ ڏٺم تہ مسجد سان لڳ ان جاءِ جي اڳيان ماڻهن جي ڀيڙ هئي. اڳتي وڌي وڃي ڏٺم هڪ مڙد ويٺو زال کي ماري ۽ زال پيئي دانهوُن ڪري. صاف طور سان مڙد شراب پيتل هو. هوُ زال کي ماري بہ رهيو هو ۽ چئي بہ رهيو هو تہ هن کي يارن وٽ وڃڻ جي تہ فرصت آهي باقي پنهنجي مڙس لاءِ روٽي ناهڻ جو وقت ڪونہ اٿس. زال روئي چئي رهي هئي تہ گهر ۾ رڌڻ لاءِ جڏهن اناج جو هڪ ڪڻو بہ ڪين آهي تہ هوءَ ڇا رَڌي، هن مهني ڪيس گهر خرچ لاءِ ڪجھ بہ ڪين مليو آهي جنهنڪري گهر ۾ ڪو سامان بہ ڪين آيو آهي، مڙد تنهن تي وڏيڪ غصي ٿيندي چيو تہ يارن کان مليل پئسا هن ڪيڏانهن ڪيا ؟ جيڪڏهن گهر ۾ ڪجھ ڪين هو تہ يارن کان پئسا وٺي ڪجھ ناهين ها. زال تنهن تي جواب ڏنس هاڻي ڪيس ڪو بہ اوڌر ڏيڻ لاءِ تيار ڪين آهي، اڳ۾ ئي ايترو قرض چڙهيل آهي جو هاڻي ڪيس ڪو ڪجھ ڏيڻ لاءِ تيار ڪين آهي. مڙد تنهنتي جواب ڏنس ڇاهي ڪجھ بہ ڪر هنکي روٽي کپي. جيڪڏهن پراڻا يار توکي نٿا ڏين تہ پوءِ نوان يار ڳولھ.

ٻنهين ۾ انهن ڳالهين تي جهڳڙو هلي رهيو هو. مان اجان اهو سوچي رهيو هوس تہ انهنجي وچ ۾ پئي ان زال کي سندس مڙس جي مار کان ڇڏايان تہ منهنجي ڀر ۾ بيٺل هڪ بزرگ سڄڻ مونکي چيو،”هلو ديوان صاحب، هٽ بيهي ڇا ڪبو. هي تہ روز جو ڌنڌو آهي“.

مون چيومانس،”هيترن ماڻهن جي هوندي ڇو ڪين ٿو هن ماڻهوءَ کي ڪو سمجهائي تہ پنهنجي زال کي ائين بي عزتو ڪرڻ نہ گهرجي ائين ڪرڻ سان هنکي ڇا ٿو ملي. مونکي تہ هوُ شراب پيتل بہ ٿو لڳي. شايد ان ڪري هوُ هوش ۾ ڪين آهي“.

ان سچڻ جواب ڏنو،" ديوان صاحب. هنن جي وچ ۾ پوڻ معنيٰ پنهنجو مُنهن ڪارو ڪرڻ يا مٿو ڪوڙائڻ. جيڪو بہ هنن جي جهڳڙي جي وچ ۾ پيو آهي انکي يا تہ هن مڙد پنهنجي زال جي يار جو خطاب ڏنو آهي يا وري ٻنهين جي جهڳڙي جي متائڻ خاطر هنکي پنهنجي هڙ هلڪي ڪرڻي پيئي آهي. انڪري توهان جي ڀلائي ان ۾ آهي تہ ڪَنَ ٻوساٽ ڪري هتان هليا وڃو نہ تہ اجايو توهانجي ڳلي ڪجھہ ٻَڄي ويندو".

ائين چئي اهو بزرگ اُتان هليو ويو، پيا بہ ماٺهو آهستي آهستي کسڪندا ڏسي مون بہ اُتان هلي وڃڻ ئي بهتر سمجهيو. ٻئي ڏينهن آفيس وڃڻ وقت رستي تي ان بزرگ سان وري ملاقات ٿي. هن کي بہ شايد ان طرف وڃڻو هو جنهن طرف مان وڃي رهيو هوس. رستي تي ان بزرگ ان جهڳڙو ڪندڙ زال مڙس جي باري ۾ ٻڌائڻ شروع ڪيو. هن ٻڌايو تہ اهو مڙد حد قسم جو شرابي آهي ۽ سندس زال بدچلن، انڪري اوڙي پاڙي ۾ سندن ڪنهن سان بہ رستو ڪين آهي. ڪين بہ ڏيڍ سنتين ۽ ڏيڍ سال جوُن آهن. هونءَ تہ اها زال هڪ غريب پر عزتدار گهر جي ڌيءَ هئي پر ماتيلي ماءُ ڏيتي ليتي بچائڻ خاطر سندس شادي هن شرابيءَ سان ڪئي هئي. مڙد جو چوڻ هو تہ زال جي بدچلنيءَ جي غم کي ڀلائڻ خاطر هنکي شراب ۾ پاڻ کي ٻوڙي رکڻو ٿو پوي تہ زال جو چوڻ هو تہ مڙد پنهنجي سڄي ڪمائي شراب ۾ وڃائي پنهنجي زال کي ڪمائي ڪرڻ خاطر ٻين وٽ ٿو موڪلي. مڙد جو چوڻ هو تہ هوءَ شاديءَ کان اڳ کان ئي بدچلن هئي تہ زال جو چوڻ هو تہ هن اجان ڪڏهن پنهنجو شرير مڙس کان سواءِ ٻئي ڪنهن جي حوالي ڪين ڪيو آهي. گهر خرچ هلائڻ خاطر هنکي ٻين کان اوڌر وٺڻي پوندي آهي جنهنڪري هوءَ انهن سان مشڪي ڳالهائيندي آهي، ناز نخرا ڪندي آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن هنن جي ڪجھہ ڇيڙ ڇاڙ بہ سهڻي پوندي آهي. مڙد جو چوڻ

هو تہ اهي ٻار هنجا ڪين هئا تہ زال جي دعوي هئي اهي ٻئي ٻار ان شرابيءَ مان ئي آهن ۽ انهن جي ڪري ئي هوءَ هيل تائين زندهہ آهي نہ تہ هوءَ ڪڏهن ڪو آتم هتيا ڪري ڇڏي ها. ٻئي ٻار ٿيڻ ڪان پوءِ هن ٻار نہ ٿيڻ جو آپريشن بہ ڪرائي ڇڏيو هو تہ سندس مڙد اهو الزام هنيو هو تہ هن پنهنجا ڪُڌا ڪرتوُت لِڪائڻ خاطر ائين ڪيو هو. ان بزرگ ٻڌايو تہ هنن ٻنهين ۾ روز روز انهن ڳالهين تي جهڳڙو ٿيندو آهي، ڪٽ پٽ ٿيندي آهي پر نڪو اهو شرابي پنهنجي زال کي گهر مان ڪڍي ڇڏيندو آهي ۽ نڪو اها زال هنکي ڪڏهن ڇڏي ويئي آهي. جنهن وقت اهو شرابي شراب جي نشي ۾ ڪين هوندو آهي تہ ٻنهين ٻارن ۽ زال سان اهڙي نموني هلندو آهي ڄڻ هو هنن کي ڏاڍو پيار ڪندو آهي.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ مونکي ڪجهہ ڪپڙا سبائڻا هئا. پنهنجن دوستن کان ڪنهن سني درزيءَ جو پتو پڇيم هنن ٻڌايو تہ جيڪڏهن ڪنهن وڏي دڪان جي نالي جو شونق نہ هجئي تہ بزار جي ڪُنڊ واريءَ گهٽيءَ اندر هڪ ننڍي دڪان تان ناهرائي سگهين ٿو. مونکي سِلائي سُني کپندي هئي، دُڪان يا انجي نالي کي ٿورو ئي چٽڻو هو. سو انجو ڏس پڇائيندو اُتي پهتس. دڪان تمام ننڍو هو رڳو هڪ مشين رکي هئي ڪاريگر ڪم ڪري رهيو هو. ڪپڙو وٺي هن ماپ ورتي ۽ ڏهن ڏينهن کان پوءِ ڪپڙا ڏيڻ جو واعدو ڪيو. مان واپس ورڻ وارو هوس تہ هن مونکان پڇيو،”ديوان صاحب، توهان تحسيلدار جي جڳهہ ۾ رهندا آهيو نہ؟“

هنجو سوال ٻڌي مون هنکي چتائي ڏٺو پر سڃاڻي ڪين سگهيس. هو مونکي ڪيئن سڃاڻي اجان اهو ئي سوچي رهيو هوس تہ هن چيو،”مان توهانجي گهر جي سامهوُن ئي رهندو آهيان. مون توهان کي ان گهر ۾ ايندو ويندو ڏٺو آهي. جيڪڏهن ڪپڙا اڳ ۾ ئي تيار ٿي ويا تہ مان

اُتي توهان وٽ ڏياري موڪليندس، توهانکي وري اچڻ جي تڪليف ڪين ڏيندس“.

تڏهن مونکي ياد پيو تہ هي تہ اهو شرابي هو جيڪو ان ڏينهن پنهجي زال کي ماري رهيو هو.

ٻئي ڏينهن آرتوار هو. ان ڏينهن صبوح جو ڪمري جو در کولي ٻاهر آيس تہ مسجد جي ڇت واري ڪمري جي اُها بند دري کليل ڏٺم. جيئن تہ سج ان پاسي تي اُڀريو انڪري ان دريءَ جي اندر ڇا ٿي رهيو هو اهو چٽيءَ طرح ڏسڻ ۾ ڪين ٿي آيو پر ائين ٿي لڳو تہ ڄڻ ڪو پاڇو ان انڌياري ڪمري ۾ هڪ هنڌ ويٺو ٻاهر نهاري. جيئن تہ ڪجهہ صاف نظر ڪين ٿي آيو انڪري ڪو خاص ڌيان ڪين ڏنم. پر ان ڏينهن کان پوءِ روز شام جو جڏهن آفيس کان موٽي ٻاهر کليل ڇت تي ڪرسيءَ تي ويهي چانهہ جو چشڪو وٺندو هوس تڏهن اها دري کلندي هئي ۽ جڏهن روٽي کائڻ ويندو هوس تڏهن اها بند ٿيندي هئي. ان وچ ۾ ان دريءَ پٺيان ڪو ويٺو نظر ايندو هو پر اندر انڌيرو هئڻ سبب اهو سمجهي ڪين سگهندو هوس تہ هو ڪير هو. پنج ڇهہ ڏينهن ساندهہ ساڳي ڳالهہ ڏسي دل ۾ پڪ ٿي تہ ضرور منهنجي اُتي ويهڻ سان ان دريءَ جي کلڻ ۽ بند ٿيڻ جو ڪو سنبنڌ آهي انڪري عجب ۽ ڪوتوهل کان مان بہ هردم ان طرف ٿي نهاريندو هوس.

هڪ ڏينهن آفيس جي پٽيوالي جي موڪل تي هئڻ سبب شام جو ائين ئي ڪرسيءَ تي ويٺو هوس ۽ پنهنجن ويچارن ۾ غلطان هوس شايد ان حالت ۾ مون يڪٽڪ ان دريءَ ڏانهن ٿي نهاريو، چاهي منهنجو ائين ڪرڻ جو ڪو ويچار بہ ڪين هو. اوچتو دريءَ جي پٺيان اهو ڌنڌلو پاڇو ان ڏينهن ڪجهہ ڏڏندو نظر آيو ۽ ائين محسوس ٿيو ڄڻ ان جي هٿ ۾ ڪا اڇي شيءِ آهي ائين پئي ڀاسڻ ۾ آيو ڄڻ اهو پاڇو هٿ وڌائي اها اڇي شيءِ مونکي آڇي

رهيو آهي. منهنجو اهو سوچڻ صحيح هو يا غلط ان تي ويچار ڪئي بنان الائي ڇو مُنهنجو هٿ بہ ازخود ان آڇ کي وٺڻ خاطر اڳتي وڌيو. شايد چانهہ نہ ملڻ جي ڪري ذهن ۾ ان جي لوڙ کي دٻائي نہ سگهيو هوس. منهنجو هٿ اڳتي وڌندو ڏسي دريءَ جي پٺيان وينل اهو پاڇو هڪدم ان دريءَ کان ٻاهر مسجد جي ان ڇت تي نڪري آيو تڏهن ڏٺم تہ هوءَ هڪ زال هئي جنهن جي هٿ ۾ چانهہ جو هڪ ڪوپ ۽ پليٽ هئي ۽ هوءَ مُرڪندي اهو مونکي آڇڻ جا اشارا ڪري رهي هئي. اوچتو هڪ زال کي اڪين سان اشارا ڪندو ڏسي مان گهٻرائجي ويس ۽ مون هڪدم اُتان پنهنجي نظر ڦيرائي ڇڏي. ان کان پوءِ جڏهن بہ منهنجي نظر ان دريءَ جي طرف ٿي ويئي تہ مونکي اها عورت مسجد جي ان ڇت تي يڪٽڪ مون ڏانهن نهاريندي نظر آئي ۽ مونکي پاڻ ڏانهن نهاريندو ڏسي هن چانهہ آڇڻ يا ڪڏهن ڪڏهن ٻيا بہ بيهوُدا اشارا ٿي ڪيا. مونکان وڌيڪ سَنو ڪين ويو ۽ مان اُتان اُٿي هليو ويس.

ان ڏينهن کان پوءِ ان عورت جو اهو روز جو ڌنڌو ٿي ويو. جڏهن بہ مان پنهنجي ڇت تي اڪيلو هوندو هوس تہ هوءَ ان دريءَ مان نڪري مسجد جي ان ڇت تي اچي بيهندي هئي ۽ گهڻن ئي قسمن جا اِشارا ڪندي رهندي هئي. مونکي هنکي ائين ڪندو ڏسي ڏاڍو ڊپ لڳندو هو انڪري مان ڪوشش ڪري ٻاهر ڇت تي ئي ڪين نڪرندو هوس. مون هڪ ڳالهہ محسوس ڪئي تہ جڏهن بہ گهر ۾ پتيوالو يا ڪو ٻيو ماڻهو ايندو هو تہ هوءَ ان ڇت تي ڪڏهن بہ ڪين ايندي هئي ۽ ان ڪليل دريءَ جي اندران اوندهہ ۾ ئي ويٺي رهندي هئي. ان عورت جي اهڙن اشارن کان تنگ ٿي مون گهر کان ٻاهر رهڻ شروع ڪيو ۽ گهر ۾ جڏهن اڪيلو هوندو هوس تہ ڪمري جو در بند ڪري ويهندو هوس. مون پنهنجي اچڻ وڃڻ جو وقت بہ بدلائي ڇڏيو هو پر هنکي الائي ڪيئن منهنجي گهر ۾ اچڻ جي خبر ملي ويندي هئي.

مُنهنجي گهر ۾ اچڻ سان ئي اها دري کلي ويندي هئي ۽ منهنجي ڇت تي نڪرڻ سان ئي هوءَ بہ ٻاهر ڇت تي اچي ويندي هئي ۽ جيستائين مان گهر ۾ هوندو هوس تيستائين هوءَ پڻ ٻاهر ڇت تي ويٺي هوندي هئي.

ان ڏينهن آرتوار هو. ڪو ڪم ڪين هو پر ٻاهر ڇت تي هنجي ڏِپ کان نڪري نہ سگهڻ جي ڪري ائين ئي ليٽيو پيو هوس تہ ٻاهر ڏاڪڻ مان ڪنهنجي مٿي چڙهڻ جو آواز ٻڌم. سوچيم تہ ڪو دوست ملڻ آيو هوندو. ڪو در کڙڪائي ان کان اڳ ئي اٿي در کوليم_ ڇا ڏسان تہ اها سامهوُن واري عورت بيٺي مُرڪي رهي آهي. مونکي هنجي اهڙي جريت تي عجب بہ لڳو ۽ ڏِپ پڻ. مون غصي ۾ سندس اچڻ جو سبب پڇيو. هن مُرڪي مون ڏانهن هڪ بنڊل وڌايو. موُن ان کان اهو بنڊل وٺڻ واجب ڪين سمجهيو ۽ هن ڏانهن غصي سان نهارڻ لڳس. هن منهنجو مطلب سمجهي چيو،"اهڙي ناراضگي ڇا لاءِ. هي تہ توهان جا ڪپڙا آهن جيڪي توهان منهنجي مڙس کي سبڻ خاطر ڏنا هئا".

اهو ٻڌي مون هنکي غور سان ڏٺو_ اڙي ! هيءَ تہ ان شرابي درزيءَ جي زال ئي آهي. مون ڪانئس جلد جلد ڪپڙن جو بنڊل وٺندي پڇيو،"گهٽا پئسا ٿيا؟ ڪپڙن جي ڪا تڪڙ ڪين هئي. مان پاڻ وجي کٽي اچان ها".

هن بيشرمائيءَ سان کلندي جواب ڏنو،"پئسن جي ڪهڙي تڪڙ آهي. اُهي تہ اچي ويندا. نہ بہ آيا تڏهن بہ ڪو فڪر ڪين آهي ڇاڪاڻ تہ پنهنجن سان ڪو ليکو ٿوروئي ٿيندو آهي. باقي ڪپڙا پائي ڏسو تہ ٺيڪ سبيا آهن يا نہ؟".

موُن جلد جلد چيو،"ڪپڙا مان پاڻهين پائي ڏسندس، جي ڪا ڪمي بيشي هوُندي تہ پاڻهين دڪان تي وجي اها ٺيڪ ڪرائي ايِنڊُس."

هن ڪلندي جواب ڏنو،”توهانکي دڪان تي وڃڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. پاڙيسريءَ کي ڪا تڪليف نہ ڏيڻ کپي انڪري مان پوءِ ڪپڙن لاءِ پڇڻ ايندس. توهان اجان پاڙو ڇڏي تہ ڪين ٿا وڃو جو پئسن ڏيڻ جي تڪڙ لڳي اٿو. توهان وٽ پئسا معنيٰ ڪنهن بئنڪ ۾ پئسا. بئنڪ تہ مقرر وقتن تي کلندي بند ٿيندي آهي. توهان وٽ پئسا هوندا تہ اڄ رات جو بہ ملي ويندا. سو توهان ڪا ڇنتا نہ ڪريو. مان وري ايندس“.

ائين چئي هوءَ هلي وئي. هنجي وڃڻ ڪانپوءِ منهنجي من ۾ هڪ قسم جو ڊپ جاڳيو. مان جلد جلد ڪپڙا بدلائي در بند ڪري اُتان هليو ويس ۽ مون درزيءَ کي دڪان تي وڃي پئسا بہ ڏيئي ڇڏيا. ان درزيءَ پئسا وٺندي ڪپڙن جي فٽنگ جي باري ۾ پڇيو پر مون ڪيس جواب ڏنو تہ اهي ضرور ٺيڪ هوندا. هن منهن تي هڪ عجب قسم جي مُرڪ آڻيندي چيو،”مون تہ پنهنجي زال کي چيو هو تہ پنهنجي سامهون توهان کي ڪپڙا پارائي ڦٽنگ ڏسي. توهانجي نظرن کان سڀڻ جي ڪا ڪمي لڪي سگهي ٿي پر اسانجي نظر تيز هوندي آهي. خير مان پنهجي زال کي وري توهان وٽ موڪليندس، سڀڻ جوُن ننڍيوُن وڏيوُن خاميون هوءَ پاڻ بہ دوُر ڪري سگهندي آهي انڪري توهانکي هتي اچڻ جي ڪا ضرورت ڪين آهي“.

بس، ان ڏينهن کان پوءِ منهنجو گهر ۾ رهڻ بہ محال ٿي پيو. گهر مان ٻاهر نڪران تہ هوءَ سامهون حاضر هوندي هئي. ڪڏهن هيٺ باغ مان گلن پٽڻ جي بهاني تہ ڪڏهن کوُهہ تان پاڻي ڀرڻ جي بهاني. هن کي ڏسي مونکي ڊپ وٺي ويندو هو. رڳو هڪ ڳالهہ سٺي هوندي هئي جو هوءَ هميشه پنهنجي ڏيڍ سال واريءَ ڌيءُ کي گود ۾ کنيل هوندي هئي. گهر ۾ اندر هوندو هوس تہ هوءَ سامهون مسجد جي ڇت تي اُڀي ٿي بيٺي هوندي هئي ۽ منهنجي نظر پوڻ تي ڪجهہ اشارا پڻ ڪندي هئي. هڪ ڏينهن آفيس کان

اچي اجان در پٽي ڪوليم تہ هنجي وڏي ڏيءُ آئي ۽ ڪڪڙ جا ڪجھ بيضا آڇڻ لڳي. منهنجي پڇڻ تي هن ٻڌايو تہ سندس مميءَ مونکي ڏيڻ لاءِ ڏنا آهن. مون ان مسجد طرف ڏٺو تہ هوءَ اُتي هٿ جوڙي اهي وٺڻ لاءِ نيزاري ڪري رهي هئي. مون ڇوڪريءَ کي ڇڙٻ ڏيئي واپس ڪيو.

ان عورت جي انهن حرڪتن ڪري جڳھ بدلائڻ جو سوچيم پر شهر ننڍو هو ۽ اهڙي هوادار جڳھ ملڻ مشڪل هئي. مون لاءِ ڪنهن کي جڳھ بدلائڻ جو اصل سبب ٻڌائڻ بہ ممڪن ڪين هو ڇاڪاڻ تہ ڪو بہ انجو غلط مطلب ڪڍي ٿي سگھيو ڇاڪاڻ تہ ڪنواري جي ڳالهين تي ڪنهن کي وشواس ايندو! هنجوُن حرڪتون ۽ اِشارا هينئر ايتري قدر وڌي ويا هئا جو هميشه اهو خطرو رهندو هو تہ ڪٿي ٻين کي بہ پتو نہ پوي. هنکي تہ ڪو فڪر ئي ڪين هو. پر مونکي تہ پنهنجي عزت جو خيال هو. ڪڏهن ڪڏهن اهو بہ ڀاسڻ ۾ ايندو هو تہ اوڙي پاڙي وارن جون نظروُن موُنکي گھوُري رهيوُن آهن. اهو سچ هو يا وهم اهو چئي نٿو سگھان پر بدناميءَ جو ڊپ هميشه مَنَ ۾ سمايل هوُندو هو.

هڪ ڏينهن ليٽر باڪس ۾ هڪ پني ٽڪر مليو ان ۾ هڪ فلمي گاني جو مکڙو لکيل هو جنهن جو مطلب هو تہ لکندڙ برھ جي باھ ۾ جلي رهيو آهي ۽ يار جو ملڻ ئي ان باھ کي ٺاري سگھي ٿو. سمجھي ويس تہ هيءَ بہ هن جي حرڪت آهي ڇاڪاڻ تہ مون ڏٺو تہ هوءَ سامهون بيهي کلي رهي هئي. مونکي ان ڳالھ اهڙو تہ ڊيڄاري ڇڏيو جو مون ان ڏينهن ئي پنهنجي بدليءَ جي درخواست ڏيئي ڇڏي. منهنجي خوشقسمتي جو اها منظور بہ ٿي ويئي پر مونکي ڇيو ويو تہ جيستائين مونکان چارج وٺڻ وارو اچي تيستائين مان اُتي رهان. شهر ننڍڙو هو انڪري منهنجي بدليءَ جي خبر جلد ئي پوري شهر کي پئجي ويئي. اوڙي پاڙي وارن کي بہ ان جي ڄاڻ

پئجي ويئي چاڪاڻ تہ انهن بہ پڇڻ شروع ڪيو. هڪ ڏينهن صبوح جو اجان سج ئي ڪين اڀريو تہ در تي ڪڙڪو ٿيو. اجان مان ان وقت مٺي ننڊ ۾ هوس انڪري ان ڪڙڪي کي خواب سمجهي سمهيو رهيس. ٻہ ٽي دفعا در تي ڪڙڪو ٿيو. هر دفعي پهرين کان زور سان انڪري اک کلي. اُٿي در ڪوليم۔ ڏسان تہ هوءَ سامهوُن بيٺي آهي. هن کي ڏسڻ سان ئي ڊپ سان گڏ غصو آيو. اجان مان ڪجهہ چوان ان کان اڳ هنجو لٿل چهرو ڏسي ڪجهہ سهمي ويس. اڄ هنجي منهن تي شرارت ٻربل مشڪ نہ پر مايوسي ڇانيل هئي. انڪري پنهنجي غصي تي قابض ٿيندي مون پڇيو،"چو، ڇا آهي؟ مونکي ڪجهہ ڪين ڪپي ۽ ڪپڙن جي سباڻي پڻ مون تنهنجي مڙس کي ڏيئي ڇڏي آهي. باقي جيڪڏهن توکي پئسن جي ضرورت هجي تہ تون پنهنجيءَ ڏيءُ کي موڪلج مان کيس ڪجهہ مدد ڪندس". ائين چئي مون در بند ڪرڻ ٿي چاهيو پر هن هٿ سان در کي روڪيندي چيو، "ڇا توهان سچ پچ هي شهر ڇڏي وڃي رهيا آهيو؟"

مُون پڇيومانس،"ان سان تنهنجو مطلب؟" جواب ڏنائين "جيڪڏهن توهان منهنجي ڪري هي شهر ڇڏي وڃي رهيا آهيو تہ مان اوهانکي وچن ٿي ڏيان تہ مان اهڙو ڪجهہ ڪين ڪنديس جو توهان کي شرمسار ٿيڻو پوي".

ائين چئي هن روئڻ شروع ڪيو. هنجي اهڙي حالت ڏسي من ۾ ترس اچڻ لڳو. مون کيس چيو،"توُن واپس وڃ، توکي هينئن اچڻ نہ کپي. جيڪڏهن ڪنهن ڏسي ورتو تہ ماڻهن کي توکي بدنام ڪرڻ جو موقعو ملي ويندو. جيڪڏهن تنهنجي مڙس کي ان ڳالهہ جي خبر پيئي تہ هو پڻ توتي ظلم ڪندو. انڪري روئڻ ڇڏي توُن هڪدم واپس وڃ."

هن جواب ڏنو،”توهان سمجهو ٿا تہ مان توهان وٽ پنهنجي خوشيءَ سان آئي هيس. منهنجي مڙس ئي مونکي توهان وٽ ڪپڙا ڏيڻ موڪليو هو. مون تہ منع ڪئي هئيمانس پر هن مونکي خوب ماريو هو ۽ مونکي مجبور ڪيو هو تہ مان توهان وٽ اچان. هنکي پتو هو تہ توهان هن جاءِ ۾ اڪيلا رهندا آهيو انڪري هنجي اها اچا هئي تہ توهان بدناميءَ جي ڊپ کان مونکي پئسا ڏيندا رهندا جنهن مان گهر جي خرچ جو بندوبست ٿيندو رهي. پهريائين مون توهانکي پڻ ٻين وانگر سمجهيو پر جڏهن توهان مون مان بنان ڪجهہ حاصل ڪرڻ جي مونکي واپس ڪيو تہ مان ڏاڍو خوش ٿي هيس ۽ توهانجي لاءِ منهنجي من ۾ عزت پڻ جاڳي هئي. مان پنهنجي مڙس جي مجبور ڪرڻ تي ئي توهان کي ريجهائڻ جي ڪوشش ڪندي هيس پر من ۾ هردم اهائي اِچا رهندي هئي تہ جيڪر توهان ٻين مڙدن وانگر نہ نڪرو. توهان پاڻ کي مونکان دور رکي ويتر منهنجي دل ۾ پنهنجي لاءِ عزت وڌائي هئي. عزت وڌڻ سان توهانجي لاءِ دل ۾ سڪ سنيهہ يا پيار پئدا ٿيڻ قدرتي هو. پر ان پيار ۾ ڪا واسنا ڪين هئي. ان پيار ۾ هئي پوڄا ۽ شرڌا. جيڪڏهن توهان بہ ٻين مڙدن وانگر پهريان ئي منهنجي جسم جو سودو ڪيو ها تہ مان ان لاءِ توهانکي ڏوهہ ڪين ڏيان ها ڇاڪاڻ تہ اها تہ منهنجي عادت بڻجي چڪي هئي پر توهانجي شرافت ۽ پري بيرخيءَ مونکي توهان جو غلام بڻائي ڇڏيو آهي. انڪري جڏهن مون ٻڌو تہ توهان هيءُ شهر ڇڏي وڃي رهيا آهيو تہ مان ان لاءِ پاڻ کي ڏوهارڻ سمجهي رهي آهيان. سو توهانکي اها وينتي آهي تہ منهنجي ڪري هي شهر ڇڏي نہ وڃو، مان نہ توهانجي ويجهو اينديس ۽ نڪو ڪو سامهون. توهان کي پريان ئي ڏسي مان پنهنجن غمن پلجڻ جي ڪوشش ڪنديس“.

هن جي ان صاف گوئيءَ منهنجي من ۾ هن لاءِ ڪجهہ همدردي

پئدا ڪئي. مون ڪيس چيو،” توکي اهو پتو آهي تہ تنهنجي انهن حرڪتن مونکي ڪيترو نہ پريشان ڪيو ۽ منهنجي بدنامي پڻ ٿي رهي آهي“.

هن جواب ڏنو،” ها ، مونکي پتو آهي تہ توهان جي بدنامي ٿيڻ لڳي آهي. پر جيئن مون توهان کي ٻڌايو تہ اصل ۾ مونکي ائين ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ويندو هو . ها مان اهو مڃان ٿي تہ ڀمربائين ڪجهہ ڏينهن توهانجي بيرخيءَ منهنجي استري هجڻ جي ايمان کي وڏيڪ ڀڙڪايو ضرور هو ۽ مون اهو پڻ سوچيو هو تہ مان توهانکي پنهنجي وس ضرور ڪنديس ڇاڪي ان لاءِ توهان کي بدنام ٿي چو ڪين ڪرڻو پويم. منهنجو اهو پنهنجو تجربو آهي تہ زالن جي پيٽ ۾ مڙد بدناموسيءَ کان ڊڄي اهو سڀ ڪجهہ ڪرڻ ۽ سهڻ لاءِ تيار ٿيندا آهن جيڪي رواجي حالتن ۾ ڪرڻ لاءِ هو تيار ڪين ٿين. پر توهان وشواس ڪيو تہ هڪ دفعو توهانجي لاءِ من ۾ عزت جاڳڻ کان پوءِ توهان جي هر بي رخيءَ ۾ مان پنهنجي جيت ٿي سمجهندي هيس ڇاڪاڻ تہ مان بہ اهوئي چاهيندي هيس تہ توهان ٻين مڙدن وانگر نَہ هُجو. مان اڳ ۾ ئي چئي چڪي آهيان تہ مان ڏوهاري آهيان. انڪري توهان جيڪا بہ سزا ڏيڻ چاهيو اها مونکي منظور آهي. پر توهان هي شهر ڇڏي نہ وڃو ڇاڪاڻ تہ انڪري هڪ تہ مان پاڻ کي سڄي عمر معاف نہ ڪري سگهنديس ۽ ٻيو تہ منهنجو مڙس بہ مونتي ڏاڍو ڏمرجندو ڇاڪاڻ تہ هنجي چال ۾ مون ڪيس پورو ساٿ ڪين ڏنو آهي“.

مون جواب ڏنو مانس،”هاڻي منهنجي لاءِ هتي رهڻ ممڪن ڪين آهي ڇاڪاڻ تہ منهنجي جڳهہ تي اچڻ وارو ماڻهو ٻن ٽن ڏينهن ۾ اچي ويندو. تون مون لاءِ هردم هڪ راز رهي آهين انڪري وڃڻ کان اڳ هڪ ڳالهہ ڄاڻڻ چاهيندس تہ تنهنجو اَصل روپ ڪهڙو آهي؟ ماڻهن جي نظرن ۾ تون بدچلن آهين پر اڄ جيڪي تو ڪجهہ مونکي چيو آهي ان مان تنهنجي

بدچلنيءَ جو ثبوت گهٽ ٿو ملي.“

هن جواب ڏنو،”توهان اهو ڇاٽي ڇا ڪندو تہ منهنجو اصلي روپ ڪهڙو آهي ؟ هي زمانو مڙدن جو آهي جتي زالون هنن جي حَوَس پوري ڪرڻ جو رڳو هڪ وسيلو رهيون آهن. مڙد ڪجهہ بہ ڪري انکي سڀ ڪجهہ معاف پر جي ڪا زال ڪنهن سان کلي بہ ڳالهائي تہ ان وڏو ڏوهہ ڪيو. استريءَ جي هر روپ ۾ هنجي مٿان نيون نيون ذميواريون مڙهيون ٿيون وڃن. ماءُ جي روُپ ۾ هن تي ڌرتيءَ وانگر انيڪ بار ٿا پوَن جنجي ڪري هنکي گهڻا دفعا اهڙا ڪم بہ ڪرڻا ٿا پوَن جيڪي شايد هوءَ رواجي طرح ڪين ڪري. ائين تہ انسان کي ٻڪ الائي ڪهڙا ڪهڙا ڪم ٿي ڪرائي پوءِ اها ٻڪ چاهي پيٽ جي هجي، شرير جي يا پيار جي. پر هڪ استريءَ لاءِ اهي تئي ٻکوُن تمام اهميت پريوُن آهن. هڪ استري پهرين ٻن قسمن جوُن ٻُکوُن شايد ڪنهن حد تائين سهي سگهي ٿي پر ٽئين قسم جي ٻڪ هنجي سهڻ کان ٻاهر هوندي آهي ۽ ان کان پريشان ٿي اها استري ڪجهہ بہ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويندي آهي. استريءَ جو اهو پيار چاهي پنهنجي ٻار لاءِ هجي يا ٻئي ڪنهن لاءِ، استري پيار جي پوڄارڻ هوندي آهي انکري پيار خاطر هوءَ هر ڪا قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندي آهي. مان توهانکي پنهنجو حال ٻڌائي ڪا همدردي حاصل ڪرڻ ڪين ٿي چاهيان. مان تہ رُڳو توهان کان معافي وٺڻ آئي آهيان. توهان مونکي ڪجهہ بہ سمجهو پر هڪ ڳالهہ هردم ياد رکجو تہ مان هڪ استري آهيان ۽ استريءَ جون سڀ جذباتوُن مون ۾ آهن“.

ائين چئي هوءَ واپس وڃڻ لڳي. مون کيس روڪيو ۽ ڪبٽ مان سؤ روپيہ جو نوٽ ڪڍي هن ڏانهن وڌايو. اهو ڏسي هنجي اکين مان نير وهڻ لڳو هن هٿ جوڙي چيو،”مون توهان کان رڳو پنهنجو ڏوهہ بخشائڻ لاءِ معافي گهري، نہ ڪِ مدد. منهنجي من ۾ توهان لاءِ جيڪا عزت آهي انکي

ائين ئي برقرار رکو. پئسا ڏيئي توهان بہ ٻين مڙدن وانگر استري ذات جي بيعزتي نہ ڪيو. جيڪڏهن توهان جي من ۾ ڪڏهن منهنجو جسم ڇهڻ جي اڇا جاڳي هجي ها تہ شايد مان هنن پئسن کي انجي قيمت ڄاڻي وصوُل ڪريان ها. پر توهان رڳو همدرديءَ خاطر پئسا ڏيئي ڇو پاڻ کي هيٺ ڪري رهيا آهيو. مون توهان کي پنهنجي دل ۾ جتي ويهاريو آهي انکان پاڻ کي هيٺ نہ ڪريو. توهان رڳو مونکي معاف ڪريو، اها ئي منهنجي آخري التجا آهي". ائين چئي هوءَ روئندي هلي وئي.

ان وقت تائين سج بہ اُڀري آيو هو. مان پنهنجي روز جي ڪمن ۾ لڳي ويس ٿوري دير کان پوءِ ان طرف کان ان شرابيءَ جي چلائڻ جا آواز اَچڻ لڳا. مون ۾ همٿ ئي ڪين هئي تہ وڃي ڏسان تہ ڇا ٿي رهيو آهي. ٿوري دير کان پوءِ رستي تان لنگهندڙ هڪ واتهرو کان پڇيم تہ ڇا ٿي رهيو آهي. ان ٻڌايو تہ اهو شرابي پنهنجي زال کي ماري بہ رهيو آهي ۽ پڇي بہ رهيو آهي تہ هوءَ صبوح جو ڪهڙي يار وٽ ويئي هئي ۽ ان وٽان مليل پئسا ڪٿي آهن؟ پر اڄ سندس زال بنان ڪجھ جواب ڏيڻ جي ويئي سَهي. پھريائين تہ سوچيم تہ وڃي ان شرابيءَ کي ڪجھ پئسا ڏئي سندس منهن بند ڪيان پر همٿ ڪين ٿي. ٿوري دير ۾ اهو شرابي بہ جڏهن ٿڪو تڏهن اتان هليوويو.

ان کان پوءِ جيترا ڏينهن مان اُتي رهيس مون اها دري کلندي ڪين ڏٺي. اصل ۾ مون هنکي بہ وري ڪڏهن ڪين ڏٺو. ها روز هنن جي گهر مان جهگڙي ٿيڻ جا آواز ضرور ايندا هئا پر اهو بہ پتو پوندو رهندو هو تہ اها زال هينئر هر ڪا مار ۽ هر ڪا تُهمت صبر سان سهندي آهي پنهنجي مڙس کي ڪو جواب ڪين ڏيندي آهي. گهڻا ئي دفعا سوچيم تہ ان شرابيءَ سان ملي ڪيس ڪجھ سمجهايان پر مَن جي ڪائرتا مونکي ائين ڪرڻ کان هردم روڪيو.

چئن ڏينهن کان پوءِ مون اهو شهر ڇڏيو. نئين شهر ۾ اچي مان پنهنجن ڪمن ۾ جنبي ويس ۽ پُراڻيون ڳالهيون وساري ٻه ڇڏيون هيم. پر هڪ ڏينهن هن جي ياد وري دل تي تري آئي. ان شهر مان منهنجي هڪ دوست چٺيءَ ۾ احوال ڏنو ته منهنجي ان شهر ڇڏڻ جي ٻئي ڏينهن ان پاڙي ۾ رهندڙ هڪ شرابيءَ جي زال مون واري جڳهه جي کوهه ۾ ٻن ٻارن سميت ٽپو ڏيئي آپگهات ڪيو هو. اهو پڙهي منهنجي اکين ۾ آنسون پرجي آيا هئا. مان پنهنجي من ۾ اهو نشچو نه ٿي ڪري سگهيس ته ڪهڙيءَ ٻک هنکي ائين ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو هو-"پيٽ جي؟.. جسم جي؟؟... يا پيار جي؟؟؟"

*

# نرس

ليلان ڪائونٽر تان فارم وٺي جيئن واپس مُڙي تہ سامهون ڪمري جي دروازي ٻاهران ٽنگيل بورڊ تي نالو پڙهي سندس پير رڪجي ويا. بورڊ تي نالو لکيل هو "ڊاڪٽر موهن ڀاٽيا، ايم.ايس. سُپرنٽينڊنٽ". نالو پڙهي ليلان کي پراڻيوُن ڳالهيوُن ياد اَچڻ لڳيوُن ۽ هنکي چڪر اَچڻ لڳا. ان وقت ان ڪمري مان وچولي عمر جو هڪ شخص نڪتو جنهن جي هٿ ۾ اسٽيٿوسڪوپ هو. انکي ڏسي ليلان بيهوش ٿيڻ لڳي. پر پاڻ تي قابوُ رکي هن ٻاهرئين در ڏانهن تڪڙي تڪڙي وک وڌائي. هنکي اهو محسوس ٿيو تہ اهو ماڻهو هنکي ڏسي ڪجھ رڪيو هو پر پوءِ هڪدم وک وڌائي تڪڙو هليو ويو هو. ڇا هن ليلان کي سُڃاتو هو. پر ليلان جي شڪل ۾ تہ هن وقت ڪافي تفاوت اچي چڪو هو. تہ ڇا اهو هنجي من جو وهم هو تہ اهو ماڻهو هنکي ڏسي ڪجھ رڪيو هو. ليلان ان ڳالھ جو فيصلو ڪري ڪين سگهي تہ جيڪي هن ڏٺو ۽ سمجهيو هو اهو سچ هو يا رڳو وهم. ٻاهرئين در وٽ پهچي هن مڙي ان طرف ڏٺو هو جنهن طرف اهو ماڻهو ويو هو. هن ڏٺو تہ اهو ماڻهو بيهي هن ڏانهن نهاري رهيو آهي. ليلان کي مُڙندو ڏسي ان شخص هن ڏانهن وڌڻ لاءِ قدم کنيون. هينئر شڪ جي ڪا بہ ڳالھ ڪين هئي تہ ان شخص ليلان کي سڃاڻي ورتو هو. انڪري هاڻي هنجو اُتي بيهڻ واجب ڪين هو. هوءَ هڪدم ٻاهر نڪري ويئي ۽ آٽو رڪشا ۾ چڙهي پنهنجي گهر اچي ڌڙام سان پلنگ تي ڪري پيئي. شڪر جو اچڻ وقت هن فارم وٺي اچڻ تائين آٽو رِڪشا روڪائي رکي هئي نہ تہ اُتي آٽو ملڻ ۾ تڪليف اچي ها ۽ اهو شخص ضرور اچي ڪيس ملي ها.

ليلان جي من ۾ سوين خيال هڪ ئي مهل اُٿڻ لڳا. هنجو مٿو زور زور سان ڦرڻ لڳو. هوءَ فيصلو نہ پئي ڪري سگهي تہ هنکي هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي. ڇا، هوءَ شهر ڇڏي وڃي. نہ هوءَ شهر نہ ڇڏي سگهندي ڇاڪاڻ تہ هن شهر ۾ ئي تہ هن پنهنجي ڏيءُ جو آئيندو ناهڻ جو ويچار ڪيو هو. جيڪڏهن شهر ڇڏيندي تہ ويندي ڪيڏانهن ۽ رجنيءَ کي ڇا ٻڌائيندي؟ تہ ڇا هوءَ رجنيءَ کي سڀ ڪجهہ ٻڌائي؟ رجني هاڻي سياڻي آهي ارڙهن سالن جي اڃي ٿي آهي. ماءُ جي ڳالهہ ٻڌي سمجهي ويندي. پر ان سان ڇا ٿيندو. رجنيءَ جي خاطر ئي تہ هوءَ تولاڻي ٽرسٽ اسپتال ۾ نرسنگ ٽريننگ ڪاليج مان داخلا جو فارم ئي تہ ونڻ ويئي هئي. نہ، رجنيءَ کي ٻڌائڻ نيڪ نہ ٿيندو... تہ پوءِ هوءَ ڇا ڪري؟ هنکي ماضيءَ جوُن سڀ ڳالهيوُن ياد اَچڻ لڳيوُن جيئن سنيما جي پردي تي تصويروُن لڳاتار بدلجنديون رهنديون آهن ان نموُني هُن جي ماضيءَ جون يادگيريوُن پڻ تصويروُن بڻجي هنجي اکين اڳيان ڦرڻ لڳيوُن.... .... .... ....

”نرس!“

”يبس ڊاڪٽر.“

”ہ گوربوُن اي.پي.ايس ۽ هڪ گلاس پاڻي تہ ڏي. مٿي ۾ ڏاڍو سوُر آهي“.

نرس گوربوُن هٿ جي ٽريءَ تي رکي ۽ هڪ گلاس ۾ پاڻي کڻي اچي ڊاڪٽر جي پرسان بيٺي. ڊاڪٽر گوربوُن وٺي رات جي ڊيوٽيءَ واري پلنگ تي ليٽي پيو. نرس خالي گلاس اسٽوُل تي رکي ڊاڪٽر جي مٿي کي هلڪو هلڪو دٻائڻ شروع ڪيو. ڊاڪٽر کي نرس جي هٿ لڳڻ سان راحت ملڻ شروع ٿي. نرس جي نرم نرم هٿن ۾ ڄڻ ڪو جادوُ هو جو ڊاڪٽر جي

مٿي جو سوُر آهستي آهستي ڍرو ٿيڻ لڳو. ڪيس آرام محسوس ٿيو ۽ ٿڪاوٽ ڪان سندس اکيوُن بند ٿيڻ لڳيوُن.

ڊاڪٽر موهن ڀاٽيا پنهنجي پڙهائي پوُري ڪري هن ننڍي شهر جي سهڪاري اسپتال ۾ اسٽنٽ سرجن جي عهدي تي ڀرتي ٿيو هو. ڊاڪٽر موهن چوويهن سالن جو هڪ هوشيار سرجن هو. ٿوري وقت ۾ ئي هن سنو نالو ڪڍيو هو. هن جو سڀاءُ اهڙو تہ سنو هو جو نہ رڳو مريض پر اسپتال جا ٻيا ڊاڪٽر ۽ مُلازم بہ هن مان خوش هئا. ڊاڪٽر جي اجان شادي ڪونہ ٿي هئي پر ڳالهيوُن هلي رهيوُن هئس. هن جي لياقت ۽ ناموُس ٻُڌي بمبئيءَ جي هڪ نامور ڊاڪٽر پنهنجي ڊاڪٽر ڌيءُ جو هٿ هنجي هٿ ۾ ڏيڻ جي آڇ ڪئي هئي. ڊاڪٽر موهن ٿورن ڏينهن ۾ انجو جواب ڏيڻ جو واعدو ڪيو هو.

اڄ رات جو ڊاڪٽر موهن جي امرجنسي ڊيوٽي هئي. رات جو ڏهين بجي حادثي جو هڪ ڪيس اسپتال ۾ آيو هو. هڪ نوُجوان ڇت تان مٿي ڀر هيٺ ڪريو هو ۽ سندس مٿو ڦاٽي پيو هو. جنهن وقت ان جا مائٽ هن کي اسپتال کڻي آيا هئا ان وقت تائين هن جي مٿي مان ڪافي رت وهي چڪو هو ۽ هو بيهوش هو. مريض جي حالت ڏسي ڊاڪٽر سمجهي ويو تہ هڪدم آپريشن ڪرڻ جي ضروُرت آهي. زخم جي ڪري مغز ۾ خوُن ڀرجي ويو هو ۽ جيڪڏهن ترت انکي نہ ڪڍيو ويو تہ پوءِ هن جو موت پڪو هو. آپريشن کان پوءِ بہ هنجو بچڻ رڳو سندس قسمت تي ئي نرڀر هو. ڊاڪٽر موهن ان کان اڳہ اهڙو پيچيدو آپريشن ڪڏهن ڪين ڪيو هو ۽ سندس وڏو سرجن بہ موڪل تي ٻاهر هو. ويجهي ۾ ويجهي اسپتال پڻ ڏيڍ سؤ ميل پري هئي. اوستائين مريض کي پهچائڻ ۾ دير لڳڻ ڪري مريض جي جان کي خطرو هو... تنهن کان سواءِ مريض جي اهڙي حالت بہ ڪين هئي. ڊاڪٽر موهن مريض جي مائٽن کي سڀ ڳالهہ کولي ٻڌائي. هنن بہ اهوئي ٺيڪ

سمجهيو تہ ترت آپريشن ڪيو وڃي جنھنڪري ڊاڪٽر انھن کان رضامندي لکائي ساڍي ڏھين بجي آپريشن شروع ڪيو جنھن ۾ سندس سات ڏيڻ واري ھئي رات جي ڊيوٽيءَ تي نرس ليلان.

پنجن ڪلاڪن جي اَتَڪ محنت کان پوءِ ڊاڪٽر موھن آپريشن پورو ڪيو ھو. ھنجي ويچار موجب آپريشن ڪامياب ٿيو ھو ۽ مريض جي بچڻ جي پوري اُميد ھئي جيڪڏھن ھو چوويھن ڪلاڪن تائين جيئرو رھي تہ . آپريشن پوري ٿيڻ کانپوءِ ٿڪ ۽ اوجاڳي جي ڪري ڊاڪٽر کي مٿي ۾ سوُر ٿيڻ لڳو جنھن ڪري ھوُ مٿي جي سوُر جوُن گوريوُن وٺي پلنگ تي اَکيوُن بند ڪري آرام ڪري رھيو ھو.

ڊاڪٽر جوُن اکيوُن بند ڏسي نرس سمجھيو تہ ڊاڪٽر کي ننڊ اَچي ويئي آھي انڪري ھُن مٿو دٻائڻ بند ڪري آھستي آھستي ھٿ پري ڪرڻ شروع ڪيو. پر ڊاڪٽر کي تہ مٿي دٻائڻ سان راحت محسوس ٿي رھي ھئي... سو ھن نرس جو ھٿ روڪي وري مٿو دٻائڻ لاءِ ھنجو ھٿ پنھنجي مٿي تي رکيو. نرس وري ھنجو مٿو دٻائڻ لڳي. نرس جي ھٿ کي ڇھڻ سان ڊاڪٽر جي تن بدن ۾ ھڪ قسم جي لرزش پيدا ٿي ھئي. ھن پنھنجو ھٿ نرس جي ھٿ جي مٿان رکي ڇڏيو. ڊاڪٽر جي بدن جي لرزش شايد نرس بہ محسوُس ڪئي ۽ انڪري ھن پنھنجو ھٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڊاڪٽر سندس ھٿ ڇڏڻ بدران زور سان پڪڙيو. ليلان اھو ڏسي پوُري زور سان ھٿ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. پر ڊاڪٽر سندس ھٿ اھڙو تہ سوگھو جھليو ھو جو ھوءَ پنھنجو ھٿ ڇڏائي تہ ڪين سگھي اُلٽو ڊاڪٽر جي ڇڪ تي اچي سندس مٿان ڪري. ڊاڪٽر بہ ڪٽي پنھنجي ٻانھن ۾ جڪڙيس. ليلان جيترو پاڻ ڇڏائڻ لاءِ ڦٽوڙي رھي ھئي اوترو ڊاڪٽر کيس زور سان ٻاڪر ۾ جڪڙيندو رھيو. ڊاڪٽر جي اکين ۾ واسنا جاڳيل ڏسي ليلان نہ نہ ڪندي

رهي ۽ ڊاڪٽر کي ڇڏڻ لاءِ آزيون نيزاريون ڪندي رهي پر ڊاڪٽر تي ان وقت واسنا جو ڀوت سوار هو جنهن ڪري هن ليلان جي نيزارين جي پرواهه نه ڪندي زبردستي پنهنجي ڪام واسنا پوري ڪئي. واسنا پوري ٿيڻ تي ڊاڪٽر جي پڪڙ ڍلي ٿي ويئي ۽ ليلان اُٿي پنهنجا ڪپڙا ٺاهيندي ڪمري کان ٻاهر نڪري ويئي.

ليلان جي عُمر اُن وقت ٻاويهه سال هئي هنڪي شادي ڪئي اٽڪل ٽي سال ٿي ويا هئا. ليلان جا مائٽ غريب هئا ۽ هنجون ٻه ننڍيون ڀينر ٻه هيون جنهنڪري اُٺويهن سالن جي ٿيندي ٿي هن جي مائٽن ٻنان گهٽي جاچ ڪرڻ جي هڪ ٻنان ماءُ پيءُ جي ڇوڪري سان ليلان جي شادي ڪرائي ڇڏي هئي. سُهاڳ جي رات جو ليلان جي مڙس کي ڪافي بُخار چڙهيو ڊاڪٽر اچي ٻڌايو ته ليلان جي مڙس کي سلهه آهي ۽ آخري استيج تي آهي. ڊاڪٽر ليلان کي چيو ته جيڪڏهن هوءَ پنهنجي مڙس جي زندگي ٿي چاهي ته هوءَ سهواس کان پري رهي جيستائين دوائن سان هنجي طبيعت نيڪ ٿئي مڙس جي ڀلائيءَ لاءِ هنکي شاديءَ جي سک کان محروم ٿيڻو پوندو. ڊاڪٽر ڪيس اها ٻه صلاح ڏني ته مڙس جي ڪام واسنا نه وڌي انڪري جيترو ٿي سگهي اوترو ڪيس هنڪان دور ئي رهڻو پوندو. ويچاري ليلان سُهاڳ رات جو سک ٻه ڪين ماڻي سگهي.

ليلان پنهنجي مڙس کي هڪ سئنيٽوريم ۾ ڀرتي ڪرايو. مڙس جي نوڪري ختم ٿيڻ ۽ ان جي علاج تي خرچ ڪرڻ خاطر هنکي پنهنجا زيور ٻه وڪڻڻا پيا. آخر مجبور ٿي هُن نوڪري ڪرڻ جو سوچيو. هُن نرس جي ٽريننگ ورتي اسپتال ۾ نوڪري ڪئي جيئن مڙس جي شيوا ۽ علاج ٻه ڪري سگهي ۽ گهر جو خرچ ٻه هلائي سگهي. اسپتال ۾ نوڪري ڪرڻ ڪري هوءَ پنهنجي مڙس کي سينيٽوريم مان ڪڍي گهر ٻه وٺي آئي ڇاڪاڻ ته ان طرح

پاڻ شيوا ڪري ٿي سگهي ۽ هنڪي ڊاڪٽرن جي سهوليت پڻ مفت ملي ٿي سگهي.

مڙس جي ويجهو رهڻ ڪري اهڙا موقعا بار بار ايندا هئا جڏهن سندس مڙس پنهنجي ڪام واسنا پوري ڪرڻ چاهيندو هو. پر ليلان هر دفعي ترڪيب سان ٽاريندي هئي. هوءَ مڙس کي اهو به سمجهائيندي هئي ته بنهين جي ڀلائي انهيءَ ۾ آهي ته هوءُ ٻئي پاڻ تي ضابطو رکن. ليلان ڪوشش ڪري رات جو ڊيوٽي وٺندي هئي ڇاڪاڻ ته ان نموني هڪ ته هوءَ مڙس کان رات جو پري هوندي هئي ۽ ٻيو ڏينهن جو هوءَ پتيءَ جي شيوا ۽ ٻيا گهرو ڪم به آسانيءَ سان ڪري سگهندي هئي. تڏهن به ٻه ٽي دفعا اهڙو موقعو آيو هو جو هوءَ پنهنجي جوانيءَ جي سڪ ۾ وهي وڃڻ واري هئي پر پنهنجي فرض ۽ ڊاڪٽر جي چيتاونيءَ کي ياد ڪري هوءَ پاڻ تي ضابطو ڪري مڙس کي ربنڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي هئي.

پنهنجي مڙس جي اڳيان بهادر ليلان ڊاڪٽر موهن جي اڳيان ڪيئن ڪمزور ٿي ويئي اهو هوءَ پاڻ سمجهي نه پئي سگهي. ڇا ڊاڪٽر موهن هن سان زبردستي ڪئي هئي يا شرير جي ان ڊپيل بک ليلان کي ڊاڪٽر موهن اڳيان ڪمزور ڪري ڇڏيو هو ان جو فيصلو ڪرڻ ليلان لاءِ ممڪن ڪين هو.

ان واقعي کان پوءِ ليلان وڌيڪ شانت ۽ مايوس رهڻ لڳي. اسپتال ۾ ڊاڪٽر موهن کان هوءَ ڪنارو ڪندي هئي. هڪ ٻئي جي سامهون اچڻ تي بنهين جون اکيون هيٺ ٿي وينديون هيون. چاهي ڊاڪٽر موهن ليلان سان ڳالهائڻ چاهيندو هو پر شرم کان هو ڪڏهن اٿين ڪري ڪين سگهيو. ان ڏينهن کان پوءِ ليلان ڪڏهن به ڊاڪٽر موهن سان گڏ ڊيوٽي ڪين ورتي. جيڪڏهن ڪو اهڙو موقعو نهي آيو ته به هن موڪل وٺي انکي ٽاري ڇڏيو.

ان وچ ۾ هڪ ڏينهن ليلان کي پنهنجي ويجهو ڏسي سندس مڙس تي واسنا جو ڀوت اچي سوار ٿيو ليلان گم سم سُمهي پيئي هئي تہ سندس مڙس کيس ڪٽي ڀاڪر ۾ جهليو. رواجي طرح سان اهڙي موقعي تي ليلان ترڪيب سان پاڻ ڇڏائي ها پر اج ليلان پاڻ ڇڏائي ڪين سگهي. شايد اڻ چاهيل پاپ هنڪي بُت بڻائي ڇڏيو هو. ليلان جي نہ روڪڻ ڪري سندس مڙس جي ڪام واسنا سڀ بند پار ڪري ويئي ۽ هوُ اهو ڪري ويٺو جنهن جي ڊاڪٽر سخت منع ڪئي هئي. ليلان کي ڪنهن ڳالهہ جي سُڌ بُڌ ئي ڪين هئي. هوءَ تہ هڪ بيجان جسم وانگر پيئي هئي.

ٻئي ڏينهن کان ليلان جي مڙس جي حالت خراب ٿيڻ لڳي. ليلان سندس ڏاڍي سيوا ڪئي پر ڪنهن بہ دوا جو اثر ڪين ٿي ٿيو آخر مجبور ٿي ليلان مڙس کي ان اسپتال ۾ داخل ڪرايو جتي پاڻ نوڪري ڪندي هئي. اسپتال ۾ ڊاڪٽر ڀاٽيا ليلان جي مڙس جي علاج جي ذميواري پاڻ تي ڪئين. گهڻا ئي دفعا ڊاڪٽر ڀاٽيا ۽ ليلان اسپتال ۾ گڏيا پر ٻنهين جي وچ ۾ هڪ اهڙي ديوار نهي ويئي هئي جنهنکي پار ڪري ليلان تائين پهچڻ جي شڪتي ڊاڪٽر موهن ۾ ڪين هئي. هوُ ڪوشش ڪندي پڻ ليلان سان اڪيلائيءَ ۾ ملي ڪين سگهيو ڇاڪاڻ تہ ليلان پنهنجي مڙس جي پلنگ کان پري مشڪل ٿيندي هئي.

ان وچ ۾ ليلان کي ڳرڀ جوُن نشانيوُن ڏسڻ ۾ آيوُن ۽ وقت گذرندي پڪ ٿي تہ هوءَ ماءُ بڻجڻ واري آهي. ان ڳالهہ ليلان جي من ۾ اشانتي پئدا ڪئي. هوءَ اڳي کان وڌيڪ گُم سُم رهڻ لڳي پر هن پنهنجي مڙس جي شيوا ۾ ڪا ڪَمي اچڻ ڪين ڏني. ليلان جي شيوا، ڊاڪٽر موهن جي دوا ۽ ٻنهين جي ڀڳوان در دعا بہ اثر ڪين ڪيو ۽ ڇهن مهنن جي جيون ۽ موت جي وچ ۾ لڙائيءَ کان پوءِ ليلان جي مڙس جو پراڻ پکيئڙو اُڏامي ويو ۽ مرڻ

وقت ليلان پنهنجي مڙس وٽ بہ ڪين هئي ڇاڪاڻ تہ هڪ ڏينهن اڳ ئي هن هڪ ڪنيا کي جنم ڏنو هو. سندس پتيءَ جو سچو ڪرياڪرم پڻ ڊاڪٽر موهن ڪيو. ڊاڪٽر موهن دلداري ڏيڻ جي بهاني ليلان وٽ ويو پر ليلان ڪنڌ هيٺ ڪري ويٺي رهي. هن ڊاڪٽر موهن جي ڪنهن بہ سوال جو جواب ڪين ڏنو. ڊاڪٽر هن سان ڪجھ ڳالهائڻ ٿي چاهيو پر ليلان کي سانت ڏسي هو همٿ ڪري ڪين سگهيو.

ليلان جي مڙس جي ٻارهين جي ڪرياڪرم کان پوءِ ڊاڪٽر موهن موڪل وٺي بمبئيءَ هليو ويو. ليلان کي پنهنجي هڪ ساٿي نرس مان پتو پيو تہ ڊاڪٽر موهن پنهنجي ماءُ جي تار ملڻ تي هليو ويو آهي جنهن ۾ سندس ماءُ شادي پڪي ڪرڻ خاطر هنکي بمبئيءَ گهرايو هو. ڊاڪٽر موهن جي غير حاضريءَ جو فائدو وٺي ليلان نوڪريءَ تان اِستعِفا ڏيئي پنهنجي ڌيءَ سان گڏ ان شهر مان هلي ويئي ۽ وري ان شهر ۾ نڪو واپس آئي ۽ نڪو ان شهر سان هن ڪو واسطو رکيو.

ليلان جي ڌيءَ رجني هينئر 18 سالن جي آهي ۽ هن سال هاير سيڪنڊري پاس ڪئي اٿائين. ليلان جي اِڇا هئي تہ رجني پڻ هن وانگر نرس بڻجي. انڪري ليلان رجنيءَ لاءِ نرسنگ جي ٽريننگ جو فارم وٺڻ لاءِ پاڻ هتي اسپتال ۾ آئي هئي ڇاڪاڻ تہ ان ڏينهن رجني پنهنجي ساهڙين سان پڪنڪ تي ويئي هئي.

ڊاڪٽر موهن هنکي سڃاتو يا نہ اهو تہ ليلان چٽي نٿي سگهي پر 18 سالن کان پوءِ بہ ڊاڪٽر ۾ ڪو خاص فرق ڪين آيو هو. اهوئي ساڳيو چهرو، ۽ چهري تي ساڳي گنڀيرتا. فرق هو تہ رڳو ڪجھ اَڇا وارَ ۽ اکين تي چشمو. ڊاڪٽر جا ڪپڙا چاهي اڳ جي ڀيٽ ۾ ڪجھ وڌيڪ مهانگا ضرور هئا پر انهن جي سادگيءَ ۾ ڪا تبديل ڪين هئي. اوچتو پنهنجي سامهوُن

ڏسي هنجا پير چڻ اُتي چنبڙي پيا هُئا ۽ ڪيتري ڪوشش ڪندي پڻ هوءَ اتان ڪين ٿي ڇُري سگهي. اٿين تہ هن 18 سالن کان موهن جي پاڇي کان بہ دوُر رهڻ جي ڪوشش ڪئي هئي پر موهن کي سامهوُن ڏسي هن جو شرير چڻ نِسَتو ٿي ويو هو ۽ هن ۾ پڇڻ جي ڪا شڪتي ڪين رهي هئي. شايد موهن کان دوُر دوُر پڇڻ ۾ هوءَ اينترو ٿڪجي چڪي هئي جو هينئر هن جا پير بہ نٿي کڄيا. ڊاڪٽر موهن تہ بنان اُتي رُڪئي ۽ بنان ڪنهن احساس ڪرائڻ جي تہ هن ليلان کي سُڃاتو يا نہ، اُتان هليو ويو هو. هوءَ اهوئي سوچي رهي هئي تہ رجنيءَ کي اُتي ٽريننگ ڏيارڻ ٺيڪ ٿيندو يا نہ جتي ڊاڪٽر موهن شايد ڪم ڪندو هجي. پر ان فيصلو ڪرڻ ۾ هن پاڻ کي مجبوُر پاتيو ۽ هڪ ٻي مجبوُري هئي هن جي ڏيءُ ۽ هنجو آئيندو جنهن کي ناهڻ جي پوُري ذميواري ليلان تي هئي. هن رجنيءَ کي ٻئي ڪنهن شهر ۾ بہ موڪلڻ ڪين ٿي چاهيو ڇاڪاڻ تہ هن شهر ۾ رهندي هنکي 18 سال ٿي چڪا هئا ۽ شهر ڇڏي ٻئي هنڌ وڃي نئين سر زندگي ناهڻ مشڪل وارو ڪم هو. انڪري هن فيصلو ڪيو تہ رجني اُتي ئي ٽريننگ وٺندي پر هوءَ پاڻ ڊاڪٽر موهن کان دوُر رهندي ۽ هنجي سامهوُن ڪڏهن ڪين ايندي.

-----

ٺڪ... ٺڪ... ٺڪ... ٺڪ...

دروازي تي ٺڪ ٺڪ جو آواز ٻڌي ليلان پنهنجي خيالن مان واپس آئي. اسپتال مان موٽڻ کان پوءِ بہ ليلان پنهنجن خيالن ۾ سُڌ ٻُڌ وساري ويٺي هئي. شام ٿي چڪي هئي ۽ ڪجهہ ڪجهہ اوندهہ بہ هُئي. هنکي خيالن ۾ وقت جي سَمِڪ ئي ڪين رهي هئي. هن سمجهيو تہ رجني پڪنڪ تان واپس آئي هوُندي سو ٻنهي ٻاري جيئن ئي هن دروازو کوليو تہ سامهوُن

موهن کي ڏسي وائڙي ٿي ويئي. ٻئي هڪ ٻئي کي ڏسي رهيا هئا. ڪنهن ٻه ڪونه ٿي ڳالهايو. ڪجهه دير ڪانپوءِ آخر موهن ڳالهائڻ شروع ڪيو_

"نرس"

"ييس ڊاڪٽر"، ليلان جي وات مان اوچتو نڪري ويو.

"ڇا مان اندر اچي سگهان ٿو؟" ڊاڪٽر موهن پڇيو. بنان جواب ڏيڻ جي ليلان هڪ طرف هٽي ويئي. ڊاڪٽر اندر گهڙيو. ليلان اُتي ئي بُت بڻجي بيٺي رهي. هن جي سُڌ ٻُڌ ڄڻ غائب ٿي چڪي هئي.

"ڇا مان هتي ويهي سگهان ٿو؟" موهن جڏهن پڇيو تڏهن ليلان ڇرڪ ڀري سُڌ ۾ آئي هن هڪدم چيو،"ها، ضرور". ڊاڪٽر ڪرسيءَ تي ويهي رهيو. پر ليلان پاڻ اَجان ٻه گم سم هڪ ڪُرسيءَ جي پُٺ کي پڪڙي موهن کي ڏسي رهي هئي.

ڪجهه وقت شانت رهڻ ڪانپوءِ ڊاڪٽر موهن ڇَوَڻ شروع ڪيو،"نرس.... نه، نه، ليلان! مونکي پتو آهي ته توکي مونتي غصو آهي ۽ مونسان تون ڳالهائڻ ڪين ٿي چاهين. پر ان ۾ تنهنجو ڪو ڏوهه ڪين آهي. مُنهنجو ڪرتوت ئي اَهڙو هو. ان رات مونتي ڄڻ ڪنهن شيطان جو واسو هو نه ته مان اهڙو ڪريل انسان ڪين هيس اهڙي حرڪت معاف ڪرڻ تنهنجي لاءِ ته ڇا ڪنهن جي لاءِ ٻه مُمڪن ڪين آهي. اَصل ۾ مون پڻ پاڻ کي ان ڳالهه لاءِ اَجان تائين معاف ڪين ڪيو آهي ڇاڪاڻ ته اهڙي حرڪت معافيءَ جوڳي ڪين آهي". ليلان ڪجهه جواب ڪين ڏنو. هوءَ چپ چاپ ڪجهه سوچي رهي هئي.

موهن ڪجهه دير رڪجي وري ڇَوَڻ شروع ڪيو،" مان جڏهن موڪل تان واپس آيس تڏهن توکي اُتي نه ڏسي مونکي ڪيترو نه صدمو رسيو ان جو اندازو تون لڳائي نه سگهندينءَ. نوڪري ڇڏي هلي وڃڻ لاءِ

مون پاڻ کي ذميوار سمجهيو. مون توکي ڳولهڻ جي ڪيتري ڪوشش ڪئي پر تنهنجو ڪو بہ پتو ڪين پيو. ان ڏينهن کان پوءِ منهنجي زندگيءَ جو رڳو هڪ ئي مقصد هو توکي ڳولهي توکان هر ڳالهہ لاءِ معافي وٺان ۽ ان لاءِ پراشچت پڻ ڪريان انڪري مون بہ اها نوڪري ڇڏي ڏني. توکي ڳولهڻ خاطر مان هڪ نوڪري ڇڏي، ٻي ڪري، شهر شهر ڀٽڪندو رهيو آهيان، رُڳو ان آسري تہ ڪڏهن تہ توسان مڪاميلو ٿيندو ۽ مان پنهنجي گناهہ لاءِ توکان معافي وٺي سگهندس. اڄ جڏهن اسپتال ۾ توکي ڏٺم تہ اکين تي وشواس ئي ڪين ٿي آيو. پهريائين تہ پاڻ تي ضابطو ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم پر جڏهن ڏٺم تہ ڪامياب ڪين ٿيندس تڏهن اُتان هلي وڃڻ ئي مون بهتر سمجهيو ڇاڪاڻ تہ تنهنجي حالت صاف بيان ڪري رهي هئي تہ توُن پڻ پاڻ سان لڙي رهي هُئينءَ. هيترن سالن کان پوءِ توکي پائي مؤن توکي وري وڃائڻ نہ ٿي چاهيو ۽ اهو بہ ايترو جلد. انڪري بنان توسان ڳالهائڻ جي مان اتان هلي ويس. تنهنجي هٿ ۾ فارم ڏسي ورتو هو ۽ مونکي پتو هوتہ فارم وٺڻ وقت نالو ۽ پوُري ائڊريس ڏيڻي هوندي آهي انڪري تنهنجي وڃڻ کان پوءِ ڪائونٽر تي وڃي مؤن تنهنجي ائڊريس حاصل ڪئي. مان توکان رڳو ايترو ڄاڻڻ ٿو چاهيان تہ تو مونکي معاف ڪيو آهي يا نہ؟“

ليلان موهن جي ان سوال جو بہ جواب ڪين ڏنو. هوءَ ڪنڌ هيٺ ڪري پير جي آڱوٺي سان سيمينٽ جي فرش کي کوٽڻ جي بيڪار ڪوشش ڪري رهي هئي. ليلان کي چُپ ڏسي موهن وري چَوَڻ شروع ڪيو”ليلان، مونکي پتو آهي تہ مُنهنجو ڏوهُہ بَخشڻ لائق ڪين آهي پر جيڪڏهن تو مونکي معاف نہ ڪيو تہ مان سڄي عُمر پشچاتاپ جي باهہ ۾ ٻَرندو رهندس جيئن اڄ تائين سڙي رهيو آهيان. ٻَڌاءِ ليلان، ٻَڌاءِ ڇا توُن مؤنکي ان گُناهہ جي سزا عُمر ڀر ڀوڳڻ لاءِ اڪيلو ڇڏي ڏينديءَ؟ نَہ، ليلان نَہ، توکي مونکي

معاف ڪرڻو ئي پَوَندو. تُنهنجي بيرخي مُنهنجي بَرداشت ڪرڻ کان ٻاهر آهي“.

ليلان اکيوُن هيٺ رکي جواب ڏنو،”ڊاڪٽر صاحب، توهان کي معاف ڪرڻ جو سوال ئي ڪين ٿو اُٿي ڇاڪاڻ جو توهان جي ان ڏوهہ ۾ مان پڻ اوتري ئي سهہ ڀاڱي آهيان جيترو توهان. پاپ تہ مونکان پڻ ٿي ويو جو مؤن پنهنجي پتيءَ سان وشواس گهات ڪيو ۽ ان پاپ جي سزا مان اڄ ڏينهن تائين ڀوڳي رهي آهيان. مان توهان جي بہ تہ گنهگار آهيان. توهان مُنهنجي پتيءَ لاءِ ڇا ڇا نہ ڪيو. توهان مُنهنجي پتيءَ کي بچائڻ لاءِ ڪيتريون نہ ڪوششوُن ڪيوُن. پر مؤن ان لاءِ توهان جا ٿورا تہ ڪين مڃيا اُلٽو توهانکي ٻڌائڻ بنان اُتان هلي ويس. سو جيڪڏهن ٿي سگهي تہ مونکي معاف ڪندا“.

ليلان جو جواب ٻُڌي موهن حيرت ۾ پئجي ويو. ڪجهہ دير بعد هَن چوڻ شروع ڪيو،”ليلان، توُن مونکان معافي گهُري پاڻ مونکي وڌيڪ شرمسار ڪري رهي آهين. توُن مُنهنجي گُناهہ جي بوجهہ کي هلڪو ڪرڻ خاطر ائين چئي رهي آهين. پر مُنهنجي مَن کي شانتي تڏهن ملندي جڏهن توُن مونکي معاف ڪندينءَ نَہ تَہ مان ائين سمجهندس تہ اَڃان مُنهنجي سزا پوُري ڪين ٿي آهي ۽ مونکي سڄي عُمر پنهنجو پاڻ کي عَزاب ڏيڻا پَوَندا“.

ليلان جواب ڏنس،”مؤن تَہ تَوهانکي اڳ ئي ٻڌايو تہ مان بہ ان پاپ لاءِ اوتري ئي ڏوهارڻ آهيان جيترا توهين پر جيڪڏهن مُنهنجي چوَڻ سان توهان جي گُناهہ جو احساس گهٽجندو تہ مان اهو چوڻ ۾ پوئتي ڪين پونديس تَہ ڏوهي نَہ هوندي پڻ مؤن توهان کي معاف ڪري ڇڏيو آهي“.

موهن ترت وراڻيو،”ليلان، جيڪڏهن تو مونکي سچ پچ معاف ڪيو آهي يا تون مونکي ان پاپ لاءِ پورو ڏوهي نٿي سمجهين تہ ڇا تون مونسان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهين؟“

”نَہ نَہ... اهو نامُمڪن آهي“ ليلان هڪدم جواب ڏنو،”ائين ڇئي مونکي وري ٻئي پاپ ڪرڻ لاءِ مجبور نہ ڪريو. توهانجي پتنيءَ جو ڇا ٿيندو ؟ ڇا، اها هُن سان بي ِانصافي نہ ٿيندي ؟“

”مُنهنجي پتني؟ ڪهڙي پتني؟ مون تہ ڪا شادي ڪونہ ڪئي آهي“. موهن وراڻيو.

”توهان اجان شادي ڪين ڪئي آهي !؟“ ليلان حيرت مان پڇيو،”ان وقت موڪل وٺي ڇا توهان شاديءَ لاءِ ڪين ويا هئا ؟“

”ها، ويو هوس، ضرور ويو هوس، شاديءَ جي پڪ ڪرڻ نہ، پر پنهنجو مڱڻو ٽوڙڻ. پنهنجي ٿيڻ واري زال ۾ انجي پيءَ کي مون سچي ڳالهہ صاف ٻڌائي هئي. هنن مونکي پنهنجي دائري کان آزاد ڪندي مونکي توسان شادي ڪرڻ جي اِجازت پڻ ڏني هئي. مان دل ۾ توسان شاديءَ جون حسرتون رکي واپس آيس پر تون تہ اُتان ٻنان ڪنهن اطلاع جي هلي وئي هُئينءَ. هيترا سال مان رڳو ان آسري جي سهاري زندهہ رهيو آهيان تہ هڪ ڏينهن توسان جڏهن بہ ملاقات ٿي تڏهن تنهنجي سامهون شاديءَ جو پرستاو رکندس. ٻڌاءِ ليلان، هاڻي تَہ توکي مون سان شادي ڪرڻ ۾ ڪو اعتراض نہ هوندو“.

ليلان وراڻيو،”نَہ اِئين ٿي نَہ سگهندو. مان سمجهي سگهان ٿي تہ پنهنجي گناهہ جي احساس جي بوجهہ هينان دٻجي پراشچت جي روپ ۾ مونسان شادي ڪرڻ ٿا چاهيو. جڏهن توهان جو ڪو ڏوهہ ئي ڪين آهي. پراشچت ڇو ۽ ڇا جو؟“

موهن جواب ڏنو،"ليلان تنهنجو سوچڻ بلڪل غلط آهي تہ مان پراشچت ڪرڻ جي خيال کان توسان شادي ڪرڻ ٿو چاهيان. اصل ۾ مان ڪنهن کي ڏنل وچن کي پالڻ خاطر ائين ڪري رهيو آهيان".

"ڪنهن کي ڏنل وچن جي معنيٰ؟" ليلان عجب مان پڇيو.

موهن جواب ڏنو،" ها، وچن جي خاطر. توکي ياد آهي يا نہ، جنهن ڏينهن تنهنجي ڌيءُ جو جنم ٿيو هو ان ڏينهن ئي تنهنجي پتيءَ جي طبيعت بہ بگڙي هئي. توُن تہ بستري تي پئي هئينءَ پر مان تنهنجي پتيءَ کي بچائڻ جوُن ڪوششوُن ڪري رهيو هوس. پنهنجو اَنت ويجهو ڏسي تنهنجي پتيءَ موُنکان وچن ورتو هو تہ سندس مرڻ کان پوءِ مان توسان شادي ڪندس جيئن توکي ۽ تنهنجي ڌيءُ کي سهارو ملي سگهي. پهريائين تہ مون کيس اهڙو واعدو ڏيڻ کان آناڪاني ڪئي ۽ چيومانس تہ تنهنجي ڌيءُ ۽ تنهنجي مالي ذميواري کڻڻ لاءِ مان تيار آهيان پر شادي ڪرڻ نہ ڪرڻ تہ ليلان جي اختيار ٿيندو ۽ تنهنجي راضپي بنان اهو ٿيڻ ناممڪن ٿيندو. پر هن مونکي چيو تہ جي مان کيس اهڙو وچن ڪين ڏيندس تہ هنجي آتما سُکي ڪين رَهندي. باقي تُنهنجي رضامنديءَ جي باري ۾ هن کي وشواس هو تہ تون اُهوئي ڪندينءَ جيڪي هنجي اِڇا هوُندي. انڪري مجبوُر ٿي مونکي اهو وچن ڏيڻو ئي پيو هو".

ليلان جي اکين ۾ پاڻي اچي ويو، هن چيو،"اِئين ٿي نٿو سگهي. منهنجي لاءِ اَنت تائين هُنن جي من ۾ اهڙو وشواس هو اهو مونکي پتو ڪين آهي ۽ هڪ مان آهيان جنهن هُنن سان وشواسگهات ڪيو ۽ هُنن جي مرڻ جو ڪارڻ پڻ بڻيس". موهن آٿت ڏيندي چيس،"ليلان، اِهو سوچي توُن پاڻ کي اجايو دکي نہ ڪر. تنهنجي پتيءَ پنهنجي حالت لاءِ هميشہ پاڻ کي ذميوار سمجهيو هو. هوُ اَنت تائين مونکي چوندو رهيو تہ جيڪڏهن هوُ پنهنجي

واسنائن تي قابض ٿئي ها تہ شايد توکي بي آسري ڇڏي وڃڻ جي نوبت کين اچي ها. پنهنجي ان ڪمزوريءَ جي پراشچت ڪرڻ خاطر ئي هن مونکي توسان شادي ڪرڻ جو پرڻ ڪرايو هو جيئن تُنهنجي زندگيءَ جي سهاري جي ذميواري هنجي طرفان مان پوري ڪري سگهان. پُڏاءِ ليلان، هاڻي تہ توکي شادي ڪرڻ ۾ ڪو اعتراض ڪين رهندو؟"

ليلان جواب ڏنو، "ديوتا سَمان اهڙي پتيءَ سان ٻيهر وشواس گهات ڪريان اهو نٿو جڳائي. ان دفعي پڻ جيڪڏهن ڪنهن اٽڪل سان ريجهائي واسنا پوري ڪرڻ کان روڪيان ها تہ شايد اڄ هو زنده هُجي ها. مان ئي هُنجي موت جي ذميوار آهيان. مان چاٽان ٿي تہ پنهنجي پاپ جي ظاهر ٿيڻ جي ڊپ کان مون ڪيس پنهنجي واسنا پوري ڪرڻ کان ڪين روڪيو. مونکي گرپ ٿيڻ تي منهنجي پاپ جو راز مُنهنجي پتيءَ تي کُلي پوي ها چاڪاڻ تہ ان کان اڳ اسانجي وچ ۾ ڪو شاريرڪ سنبنڌ ڪين ٿيو هو انڪري شايد اَڻ سِڌي نموني مون هن کي ائين ڪرڻ کان ڪين روڪيو هو. مان پاپڻ آهيان، ڏائڻ آهيان، وشواس گهاتڻ آهيان. مونسان شادي ڪري توهان بہ خوش ڪين رهي سگهندا چاڪاڻ تہ اڄ جي ڳالهين مونکي پنهنجي پاپ جو احساس چٽيءَ طرح ڪرايو آهي".

موهن وراڻيو، "ليلان، مان ڪا بہ ڳالهہ زور زبردستيءَ سان مڃائڻ ڪين چاهيندس جي توُن شادي نٿي ڪرڻ چاهين تہ پوءِ تُنهنجي مرضي پر پنهنجي ڏيءُ جي آئينده جو تہ سوچ".

ليلان جواب ڏنس، "ان جي آئينده جو سوچي ئي تہ مان شاديءَ کان منع ڪري رهي آهيان. رجني هاڻي سَمجهوُ آهي. هينئر هنجي شاديءَ جو وقت آهي، نہ ڪِ منهنجي شاديءَ جو. ان لاءِ مونکي معاف ڪندا. مان مجبوُر آهيان".

موهن نراش ٿي ويو. ٿورو ترسي هُن چوڻ شروع ڪيو،”خير، جيڪا تنهنجي مرضي. مون تنهنجي پتيءَ کي اڳ ۾ ئي چيو هو تہ شادي ڪرڻ نہ ڪرڻ تُنهنجي اختيار ۾ رهندي. مان تہ اهوئي ڪندس جنهن ۾ تنهنجي خوشي هوندي. شادي نہ ڪرڻ جي حالت ۾ مُنهنجي هڪ ٻي اِلتجا آهي، مان سمجهان ٿو تہ توکي ان لاءِ راضي ٿيڻ ۾ اعتراض ڪين ٿيندو“.

ليلان چيس،” چئو، جيڪڏهن اعتراض جهڙي ڪا ڳالهہ ڪين هوُندي تہ مان ضرور مڃيندس“. موهن چيس،”ليلان مان رجنيءَ کي گود وٺڻ ٿو چاهيان. مان هنکي قانوني طور پنهنجو وارث بڻائڻ ٿو چاهيان جيئن هُنجو آئيندو ناهي سگهان“.

ليلان جواب ڏنس،”ڊاڪٽر صاحب، مان سمجهان ٿي تہ توهان مونتي احسان ڪرڻ خاطر ئي اهو طريقو اختيار ڪري رهيا آهيو. نَہ مان ائين ڪري ڪين سگهنديس. پنهنجي پتيءَ جي آخرين نِشانيءَ کي پاڻ کان جُدا ڪري رَهي ڪين سگهنديس“.

موهن چيس،”مان بہ توکي هنکان جدا ڪرڻ نٿو چاهيان. قانوني طرح مونکي گود ڏيڻ کان پوءِ توُن پڻ اَسان سان گڏ رهي سگهين ٿي“.

ليلان چيس،”ڊاڪٽر صاحب، مونکي اڳ ۾ ئي شڪ هو تہ ان ۾ بہ ڪا چال ضرور هوندي. مونکي بنان شاديءَ جي پاڻ سان رکڻ جو اهو طريقو توهان ڳولهيو آهي“. موهن اهو ٻڌي دُکي ٿيو. هن پيربل دل سان ليلان کي چيو،”ليلان، تون مونکي غلط ٿي سمجهين منهنجو اهڙو ويچار هرگز ڪين هو. توُن مونسان شادي ڪري مونکي اهو حق نٿي ڏيڻ چاهين تہ مان رجنيءَ لاءِ ڪجهہ ڪري سگهان انڪري مون رجنيءَ کي قانوني طرح گود وٺڻ جي ڳالهہ ڪئي. تون جيڪڏهن اسان سان رهڻ ڪين چاهيندينءَ تہ رجني توسان رهندي مونکي ڪو اعتراض ڪين آهي. مان تہ قانوني طرح رجنيءَ

جو آئيندو ناهڻ ۾ مدد ڪرڻ جو سوچي رهيو آهيان جيئن ماڻهن کي ڪجھ چوڻ جو موقعو نہ ملي. مونکي تہ پڪو وشواس آهي ۽ شايد توکي بہ ان ڳالھ جو شڪ نہ هوندو تہ رجني اسانجي ان سنبنڌ جي نشاني آهي. ان طريقي مان پنهنجو حق ڇاڏائي نڪو مان توکي خوار ڪرڻ ٿو چاهيان نڪو رجنيءَ تي اهو ظاهر ٿيڻ ڏيندس تہ مان ئي اهو ڏوهي آهيان جنهنجي ڪري هن هيترا ڏينهن تڪليفون سَنيون آهن. مان تہ چاهيان ٿو تہ تون راضي خوشيءَ مونکي قانوني طور اهڙو حق ڏي جيئن مان هُنجي مدد ڪري سگهان. اهو تڏهن ٿي سگهندو جڏهن تون قانوني طور هُنکي گود وٺڻ جو موقعو ڏيندينءَ“.

ليلان کي سمجھ ۾ ئي نٿي آيو تہ هوءَ ڇا جواب ڏئي. ڪجھ سوچي هن چيو،”پر مان رجنيءَ کي ڪيئن سمجهائيندس تہ مان ڇا جي ڪري ڪيس توهانکي گود ڏئي رهي آهيان“.

موهن جواب ڏنس،”اهو ڪم تون مونتي ڇڏ. مان هنکي پاڻ ئي سمجهائيندس. رڳو تون ها ڪر“. ليلان جواب ڏنو،”نہ، مان ائين نہ ڪري سگهنديس“. موهن نراس ٿيندي چيس،”خير، جيڪڏهن تون پنهنجي ضد تي اٽل آهين تہ مان وڌيڪ ڪجھ ڪين چوندس پر پنهنجي ڌيءُ جي آئيندي جو ويچار ڪرڻ جو حق جيترو تُنهنجو آهي اوترو منهنجو پڻ ڇاڪاڻ تہ هوءَ آخر منهنجي بہ ڌيءُ آهي. مان جيڪڏهن چاهيان تہ پنهنجا حق قانوني طرح توکان وٺي سگهان ٿو پر مان ائين هرگز ڪين ڪندس. مون پنهنجا سڀ حق پراشچت جي باھ ۾ ساڙي ڇڏيا آهن.“

ليلان ڪجھ غصي ٿيندي چيس،”ڇا توهان مونکي ڌمڪي ڏئي رهيا آهيو تہ توهان مونکي خوار ڪري قانوني طرح رجنيءَ تي پنهنجو حق

جَمائيندا ؟ مان بہ تہَ ٻڌان تہ توهان وٽ اهڙو ڪهڙو قانوني حق آهي، جنهن جي آڌار تي قانوُن توهانجي مدد ڪندو؟“

موهن جواب ڏنس،” ليلان، تون مونکي وري غلط سمجهي رهي آهين. مون توکي اڳ ۾ ئي چيو تہ مونکي ڪنهن کي خوار ڪرڻ جو ويچار ڪين آهي. مون جڏهن چيو تہ قانوني طرح مان توکان رجنيءَ جي پالڻ جو حق وٺي سگهان ٿو تہ انجو مطلب هرگز اهو ڪين هو تہ مان قانون جي مدد وٺندس. باقي رهيو قانوني حق جو سوال سو توُن هي ڪاغذ پڙهي ڏس توکي سڀ سمجهہ ۾ اچي ويندو“. اِئين چئي موهن کيسي مان ڪي ڪاغذ ڪڍي ليلان ڏانهن وڌايا. ليلان انهن کي پڙهڻ شروع ڪيو. جڏهن ليلان اهي پڙهي پوُرا ڪيا تہ هن موهن ڏانهن نهاريو. موهن چوڻ شروع ڪيو،”تُنهنجي پتيءَ مَرڻ کان اڳہ قانوني طريقي سان پنهنجي ڌيءُ جي سار سنڀال جو ذمو خود مونکي ڏنو هو. مون جڏهن ڪيس وچن ڏيڻ کان انڪري انڪار ڪيو هو تہ شادي ڪرڻ يا نہ ڪرڻ تنهنجي اختيار رهندو تہ هُن مونکي چيو هو تہ ان حالت ۾ مان هُنجي ڌيءُ کي گود وٺي ڪيس پاليان. انتي بہ مون جڏهن ڪيس چيو هو تہ ماءُ جي بنان رضامنديءَ جي پيءُ کي پنهنجي ٻار کي ڪنهنکي گود ڏيڻ جو ڪو اختيار ڪين آهي تڏهن هن وڪيل جي صلاح سان اهي ڪاغذ ٺاهرايا هئا جنهن ۾ هن تنهنجي لاءِ اها صاف هِدايت ڪئي آهي تہ توُن پڻ رجنيءَ کي مونکي گود ڏيڻ جي لاءِ پنهنجو راضپو ڏينديئن. پر جيڪڏهن تو اِئين نہَ ڪيو تہ مونکي رجنيءَ جي سار سنڀال جو پورو اختيار رهندو. ان اختيار سان رجنيءَ جي بالغ ٿيڻ تائين هوءَ تنهنجي قبضي ۾ رهي سگهي ٿي. پر هنجي بالغ ٿيڻ کان پوءِ تُنهنجو اختيار هُنجي مٿان ختم ٿي ويندو ۽ هوءَ پنهنجو فيصلو ڪرڻ لاءِ آزاد رهندي. مان سمجهان ٿو تہ رجني بالغ ٿي چُڪي آهي. انڪري تُنهنجو هن جي مٿان اختيار ختم ٿي چڪو آهي. هُن

مونکان اهو بہ وچن ورتو هو تہ مان اهي ڪاغذ تيستائين ظاهر نہ ڪريان جيستائين تون مونسان شادي ڪرڻ کان منع نہ ڪرين. هينئر جڏهن تون مونسان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ڪين آهين تہ مان هي ڪاغذ ظاهر ڪري پنهنجو حق توکان گهُري سگهان ٿو. پر مون توکي اڳ ۾ ئي ٻڌايو آهي تہ مان ڪو ڪم زبردستيءَ سان ڪرڻ جو ارادو ڪين ٿو رکان انڪري هنن ڪاغذن جو سهارو وٺي مان ڪجهہ ڪرڻ ڪين چاهيندس، تنهن ڪري هي ڪاغذ بلڪل بيڪار آهن“.

اِئين چئي موهن اهي ڪاغذ اُتي ئي ڦاڙي ڇڏيا. موهن ليلان ڏانهن نهاريو. شايد هن ليلان جي Reaction ڄاڻڻ ٿي چاهيو. پر هوءَ چپ هئي ۽ هن جي اکين مان لڙڪ وهي رهيا هئا.

موهن ڪجهہ دير اُتي رڪيو پوءِ اهو چئي واپس وڃڻ لاءِ اُٿيو تہ جڏهن بہ ليلان کي ڪنهن مدد جي ضرورت پوي تہ هوءَ بنان ڪنهن حِجاب جي ۽ اڄ جي ڳالهين کي وساري هڪ دوست جي حيثيت ۾ ياد ڪري سگهي ٿي.

موهن ٻاهرئين دروازي تي پهچي ان کان اڳ رجني ’ممي۔ ممي‘ ڪندي اندر گهڙي آئي. گهر ۾ هڪ اڻڄاڻ ماڻهوءَ کي ڏسي هوءَ ٿورو هٻڪي ۽ ماءُ ڏانهن سوالي اکين سان ڏٺائين. ليلان تہ جهٽ پٽ پنهنجون آليون اکيون اُگهڻ ۾ هئي هُن رجنيءَ جو سوال ڪين سمجهيو. پر موهن رجنيءَ جو ڌيان پنهنجي ماءُ تان هٽائڻ خاطر چوڻ شروع ڪيو،”مان سمجهان ٿو تہ تون رجني آهين. ڇا مان غلط آهيان؟ “ رجنيءَ موهن کي نمستي ڪندي چيو، ”برابر مان رجني آهيان. پر توهان ڪير؟“ موهن جواب ڏنس،” تون مونکي ڪين سڃاڻين. مان تنهنجي پيءُ جو دوست آهيان. آخرين وقت جڏهن مون توکي ڏٺو هو شايد ان وقت تون هڪ مهني جي بہ

ڪين هئڻ“. رجنيءَ پنهنجي ماءُ ڏانهن سوال ڀريل اکين سان ڏٺو. ليلان چوڻ شروع ڪيو،”ها رجني، هي تنهنجي پيءُ جو دوست آهن. اڄ جڏهن مان تنهنجي لاءِ فارم وٺڻ لاءِ اسپتال ويئي هيس ته هي مونکي اُتي مليا. هي اسپتال ۾ وڏا ڊاڪٽر آهن. مون ته هنن کي ڪين سڃاتو پر هنن مونکي سڃاڻي ورتو. مون هنن کي گهر اچڻ جي نينڊ ڏني هئي جيئن توسان ملي سگهن“

ليلان ڪجهه وڌيڪ چوي ان کان اڳ ئي موهن چوڻ شروع ڪيو،”رجني سچ پچ مان توسان ملڻ لاءِ آتو هوس ڇاڪاڻ ته مون ڏسڻ ٿي چاهيو ته منهنجي هٿن ۾ جاول اها ننڍي شيطان هينئر ڪيتري وڏي ٿي چڪي آهي. توسان ملي مونکي ايتري خوشي ٿي آهي جيتري منهنجي پوري جيون ۾ مونکي ڪڏهن به ڪين ملي هوندي. تنهنجي ماءُ مونکي ٻڌايو ته تون نرسنگ جي ٽريننگ وٺڻ ٿي چاهين. مان توکي داخلا وٺي ڏيڻ ۾ مدد ڪري ٿو سگهان. ڇا تنهنجو ڪهڙو خيال آهي؟“ رجنيءَ جواب ڏنو،”پر ان تي ته ڪافي خرچ ايندو ۽ مميءَ لاءِ انجو انتظام ڪرڻ مُمڪن ڪين آهي.“ موهن چيو،”تون ان جي چنتا نه ڪر. اصل ۾ مون تي تُنهنجي پيءُ جو هڪ قرض آهي. مان اهو لاهڻ ٿو چاهيان. مان تنهنجي ڊاڪٽريءَ جي پڙهائيءَ جو پورو خرچ ڪرڻ لاءِ تيار آهيان جيڪڏهن تنهنجي مميءَ کي ان ۾ ڪو اعتراض نه هجي ته.“

رجنيءَ ماءُ ڏانهن نهاريو. ليلان ڪجهه دير چپ رهي انکان پوءِ هن چوڻ شروع ڪيو،”رجني مونکي پتو ڪين آهي ته تنهنجي پيءُ جو ڪو قرض هن شخص تي باقي آهي يا نه ڇاڪاڻ ته هنن ڪڏهن به ان باري ۾ مونکي ڪجهه ڪين ٻڌايو هو. پر اهو صحيح آهي ته هي تنهنجي پيءُ کي چڱي طرح سڃاڻندا هئا. تنهنجي اچڻ کان اڳ هنن پنهنجي هڪ ٻي به اڇا

ٻڌائي آهي، اها تڏهن پوري ٿي سگهندي جڏهن تون ان لاءِ راضي ٿين. هاڻي توُن بالغ آهين انڪري پنهنجي آئيندي جو فيصلو پاڻ سوچي سمجهي ڪري سگهين ٿي. اصل ۾ هنن توکي گود کڻڻ جو اِرادو ڪيو آهي. مان ته ان ڳالھ تي فيصلو ڪري ڪين سگهنديس ڇاڪاڻ ته هاڻي تون خودمختيار آهين. انڪري توکي جيڪي نيڪ لڳي تيئن فيصلو ڪري سگهين ٿي.“

رجنيءَ چيس،”ممي، مان بالغ آهيان يا نه سوال اهو ڪين آهي. سوال آهي ته ڇا توُن هن شخص کي موُنکي گود وٺڻ جي اِجازت ڏيندينءَ يا نه؟“

ليلان ڪجھ جواب ڏئي انکان اڳ موهن چوڻ شروع ڪيو، ”رجني، مونکي پنهنجي ڌيءُ ڪين آهي اصل ۾ مون شادي ئي ڪين ڪئي آهي. هن عمر ۾ اچي مونکي هڪ پريوار جي ضرورت محسوس ٿي رهي آهي. انڪري پنهنجي دوست جي ڌيءُ کي پنهنجي ڌيءُ بڻائڻ جو خيال منهنجي من ۾ آيو. مان صاف گوئيءَ ۾ وشواس ڪندو آهيان انڪري مون پنهنجي ان خيال کي تنهنجي مميءَ اڳيان ظاهر ڪيوهو. توکي جيڪڏهن ڪو اعتراض آهي ته مان وڌيڪ ڪجھ ڪين چوندس“.

رجنيءَ موهن کي ڪجھ جواب ڏيڻ بدران پنهنجي ماءُ ڏانهن نهاري پڇيو،”مَمي مان تنهنجو رايو ڄاڻڻ ٿي چاهيان.“

ليلان جو جواب ٻڌڻ بنان موهن اتان اُٿي وڃڻ بهتر سمجهيو. هوُ وڃڻ لڳو، پُٺيان ليلان جو آواز آيو، ”رجني، ڇا پنهنجي نئين پيءُ کي توُن چانھ پيئڻ لاءِ به ڪين چوندينءَ؟“ _____

ڏهن سالن کان پوءِ ان اسپتال جي سپرنٽنڊنٽ ڊاڪٽر موهن ڀاٽيا جي پُراڻي بورڊ جي هيٺان هڪ نئون بورڊ به لڳي رهيو هو جنهن تي لکيل هو”ڊاڪٽر رجني ڀاٽيا _ايم.ايس.، چيف گائنالاجسٽ. *

# حقدار جو حق

ڪاري رات جي سناٽي ۾ اٽڪل ساڍي ٻارهين بجي سُنسان رستي تي هڪ ڪار رواجي رفتار سان وڃي رهي هئي. رستو بلڪل خالي پر چيتن کي گهر پهچڻ جي ڪا جلدي ڪين هئي. هوُ جلدي ۾ ڪهڙي ڪارڻ ڪري! ڪنهنجي لاءِ ڪري؟ هُن کي پَتو هو تہ گهر ۾ هُنجو اِنتظار ڪرڻ وارو تہ ڪو ڪين هوُندو. رواجي طرح بہ هُنجي گهر موٽڻ جو ڪنهنکي اِنتظار ڪين هوُندو هو، پر اڄ تہ گهر ۾ هوُندو بہ ڪو ئي ڪين. اڄ ڪان پوءِ تہ سڄي زندگي سُنسان گهر ۾ گذارڻي آهي پوءِ تڪڙ ڇا لاءِ. هوُنءَ تہ هوُ هميشہ 9 بجي تائين گهر موٽڻ چاهيندو هو چاهي ان ڪان پوءِ هُن کي ڪنهن مريض کي ڏسڻ خاطر ٻاهر وڃڻو پوي. پر اڄ هن نہ رُڳو ڄاڻي ٻُجهي گهر موٽڻ ۾ دير ڪئي هئي پر پنهنجي عادت جي خلاف پارٽيءَ ۾ ٻہ پيگ شَراب جا بہ پيتا هُئا. هُن چاهيو ٿي تہ هوُ سڀ ڀُلجي وڃي پر شراب پڻ هُنجي ان اِڇا ۾ سندس ڪو مددگار ڪون ٿيو. ڪار جي رفتار کان بہ گهَٽو تيز هَنجو دِماغ ڪَمُ ڪري رهيو هو ۽ هُنجي ماضيءَ جوُن ڳالهيوُن سندس دِماغ جي پردي تي فلم مثل سِلسِليوار هنکي ياد اچي رهيوُن هيوُن......

-----

چيتن:

ميتا جي اها چلولي شڪل موُنکي اڃان بہ چٽيءَ طرح ياد آهي جيڪا موُن تڏهن ڏِٺي هُئي جَڏَهن مان سَندن ڪَمرو مَسوارڙ تي وَٺڻ خاطر هُنجي گهر ويو هوس. مان تڏهن ڊاڪٽري پڙهڻ لاءِ هِن شهر ۾ آيو هوس. مَنهنجا ماءُ پيءُ ننڍپڻ ۾ گُذاري ويا هُئا ۽ مونکي مُنهنجي مامي پالي وَڏو

ڪيو هو. مامي مامي، مونکي ماءُ پيءُ جي ڪمي ڪڏهن بہ محسوس ٿيڻ ڪين ڏني هُئي پر سندن مالي حالت اهڙي ڪين هُئي جو مُنهنجي تعليم جو خرچ برداشت ڪري سگهن. ننديڻ ڪان ٿي مان ڏاڍو ذهين هُيس انڪري مونکي هميشه اسڪالرشپ ملندي رَهندي هُئي. جيئن جيئن مان وَڏو ٿيندو ويس تيئن ئي ننڍن ڪلاسن جي ٻارن کي پڙهائڻ شروع ڪيو جنهن مان مونکي پنهنجي پڙهائيءَ جي خرچ ملڻ سان گڏ پنهنجي مامي جو مالي بوجهو بہ هلڪو ڪرڻ ۾ مدد ملندي هئي. مون ننڍيڻ ڪان ٿي پنهنجي سامهون ڊاڪٽر ٿيڻ جو مقصد رکيو هو. مُنهنجي محنت ثاب پيئي ۽ مونکي ڊاڪٽريءَ ۾ داخلا ملي جنهن خاطر مونکي ميتا جي شهر ۾ اچڻو پيو. هوسٽل ۾ رهي مان پنهنجي پڙهائيءَ جو خرچ نہ ڪري سگهان ها انڪري مون الڳ ڪمرو وٺي رهڻ جو فيصلو ڪيو جيئن پڙهائيءَ سان گڏوگڏ مان ننڍيون وڏيون ٽيوشنون ڪري پنهنجو خرچ ڪڍي سگهان. انڪري خبر پوڻ تي مان ميتا جي گهر ڪمرو مسواڙ تي وٺڻ لاءِ آيو هوس.

ميتا جي پيءُ جو چالاڻو بہ سال اڳ ٿيو هو ۽ ميتا جي ماءُ کي سرڪاري آفيس مان فئملي پينشن ملندي هُئي جيڪا هُنن جي گرهستي هلائڻ لاءِ پوري ڪين هُئي. انڪري مجبور ٿي هُنن کي گهر جو هڪ ڪمرو مَسواڙ تي ڏيڻو پوندو هو. ميتا جي هڪ ننڍي ڀيڻ بہ هُئي جيڪا اُن وقت نائين ڪلاس ۾ پڙهندي هُئي ۽ ميتا ڪاليج ۾. مُنهنجو سياءُ ڏسي يا اهو سوچي تہ پنجن سالن تائين تہ هُننکي ڪنهن نئين مَسواڙيءَ جي تَلاش ڪين ڪرڻي پوَندي، هُنن مونکي ان شرط سان اهو ڪمرو ڏيڻ قبوليو تہ مان ميتا جي ننڍي ڀيڻ کي پڻ سائنس جي وِشين ۾ مَدَد ڪندو رَهندُس.

مونکي ميتا جي گهَر ۾ رَهندي چئن سالن کان وَڌيڪ ٿي چُڪا هُئا. هي مُنهنجي ڊاڪٽريءَ جو آخرين سال هو. انهن چئن سالن ۾ مان ميتا

جي گھر ۾ ڪافي هِري مِري ويو هوس ۽ هُنن جي گھر ۾ هڪ ڀاتيءَ وانگر رهڻ لڳو هوس ۽ روٽي پڻ هُنن جي گھر ۾ کائيندو هوس جنهن جو خرچ مان کين الڳ سان ڏيندو هوس. ميِتا جي ماءُ مونکي پُٽ جيان ڀائيندي هُئي چاڪاڻ تہ نہ رُڳو مان گھر جا سڀ ننڍا وَڏا ڪَمَ ڪندو هُيس پر هڪ پُٽ جيان هُنن جي هر سُک ڏُک ۾ ڀاڱيِدار رَهندو هوس. ميِتا جي ننڍي ڀيڻ تَہ مُنهنجي شاگرد هُئي اِنڪري اُها بنان ڪنهن روڪ ٽوڪ ۽ هِچڪ جي مُنهنجي ڪمري ۾ ايِندي ويندي هُئي ۽ مُنهنجو خيال بہ خوب رکندي هئي. پر ميِتا رُڳو پنهنجي ماءُ جي چَوَڻ تي مون وٽ ايندي هُئي. جڏهن بہ ايندي هُئي تہ هُنجي مُنهَن تي هِڪ شيطاني مُرڪَ هوُندي هُئي. مان تہ چاهيِندو هوس تہ ميِتا موُن وٽ ايِندي رهي ۽ مان هُن سان وِيهي ڳالهايان. پنهنجي دل جوُن ڳالهيوُن هُن سان ڪريان چاڪاڻ جو هوءَ ڪم و بيش مُنهنجي عُمر جي هُئي. مان سمجهان ٿو تہ هُن جي شيطاني مُرڪ جو ڪارڻ بہ اِهوئي هو تَہ هُنکي اِها ڄاڻ پَئجي چُڪي هُئي تہ مان هُن سان ڳالهيوُن ڪرڻ جي چاهَہ مَنَ ۾ پاليِندو رهيو آهيان. پر انجو مطلب اهو هرگز ڪين آهي تہ مان هُنکي پيار ڪندو هوس. هُنجي لاءِ مُنهنجي مَنَ ۾ هِڪَ قِسمَ جي ڪَشِش ضروُر هوُندي هُئي. ان عُمر ۾ اِهو سُڀاوِڪ هو.

هڪ ڏِينهن ميِتا جي ماءُ مونکي ٻُڌايو تہ ميِتا کي ڏِسَڻ خاطر ڪي اچڻا آهن انڪري انجي اِنتظام ڪرڻ ۾ مان سندن مَدَدَ ڪريان. جيئن تَہ گھر ۾ ٻيو ڪو مَرُدُ ڪين آهي اِنڪري مان اُن وقت حاضر رهي ڇوڪري کي ڪمپني ڏيان ۽ هُنن سان ڳالهيوُن ڪري سندن باري ۾ پنهنجو رايو ٻڌائي سَگھان. اَسان تہ پوُرو اِنتظام ڪري رکيو هو پر مُقرر وقت تي نڪو ڪوئي آيو ۽ نڪو اُنهن وٽان ڪو احوال ئي آيو تہ ڪهڙي سبب ڪري انهن اهڙي هلت هلي. اهو ميِتا جي ماءُ جي ڏُکہ جو ڪارڻ تہ هئو ئي پر ميِتا کي اَهڙو

غمگين ٿيڻ جي ڪا ضرورَت هُئي، اِهو مُنهنجي سمجهہ کان ٻاهر هو. ان کان پوءِ ڪڏهن ڪڏهن ميِتا کي اڪيلي ۾ روئندو ڏسي ڏٺو پر ان جو سَببُ ڄاڻڻ جي هِمَت مان جُٽائي ڪين سَگهيس.

اِن ڳالهہ کي هِڪُ مَهِنو ٿي وِيو. هِڪَ ڏِينهُن ميِتا جي ماءُ مُنهنجي هَٿَ ۾ هڪ پني جي ٽُڪُرَ تي لِکيَل ائڊريس ڏيندي چيو تہ مان اُتي وڃي جاچ ڪري اَچان تہ اهو ماڻهوُ هينئر ڪٿي آهي ۽ جيڪڏهن پتو ڪري سگهان تَہ اهو ڇوڪرو ڪهڙي سُياءَ جو آهي. ائڊريس هڪ ويجهي شهر جي هُئي.

مان جڏهن ان ائڊريس تي جاچ ڪرڻ پهُتس تَہ پَتو پيو تہ اُتي رَهندڙ هِڪُ ڇوڪرو مهنو کن اڳ ٿي، اِهو ڇڏي اُتان ويو آهي تہ مگجڻ ٿو وَڃان. ان کان پوءِ وري موٽي ڪين آيو آهي. اُن ڪمري تي اَڄان بہ سندس تالو لڳل هو. ڇوڪرو اُتي اڪيلو رَهَندو هو ۽ ڪنهن ٽوُرِنگ نوڪريءَ تي هو. هُنجي گهر ۾ ٻيا ڪير ڪير هُئا ۽ ڪٿي ڪٿي رَهندا هُئا ان جي ڄاڻ پڻ ڪنهنکي ڪين هُئي. سندس آفيس وارن کي بہ آفيس مان غير حاضر رهڻ جي ڪارڻ ۽ هُنجي ڪنهن ماڻٽ جي ڄاڻ ڪين هُئي.

نِراش ٿي موٽي اَچي موُن سربستي ڳالهہ ميِتا جي ماءُ کي ٻُڌائي. ڳالهہ ٻُڌي هوءَ چِنتا ۾ اَچي ويئي. هُن اُن وقت ڪُجهہُ ڪين چيو پر موُن ڏِٺو تَہ ماءُ ڌيءُ جي وِچ ۾ ڪي اَهڙيوُن ڳالهيوُن ضروُر ٿيون جنهن گهر جي ماحول کي غمگين بڻائي ڇڏيو.

تِن ڇَئِن ڏينهن کان پوءِ هڪ ڏِينهُن ميِتا جي ماءُ موُن سان پنهنجي دل جو حال اوريو هن جيڪي ٻُڌايو اهو ٻُڌي مان ميِتا سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار ٿيس.

-----

مينا :

اُن وقت مان ڪاليج جي ٻئين سال ۾ پڙهندي هُيس. اسانجي گهر ۾ هڪ مسواڙي ڇوڪرو رهندو هو جيڪو ڊاڪٽري پڙهندو هو. ڇوڪرو مُنهنجي هَم عُمر هو ۽ هُئو بہ تَمام سُنو. پر اڄ ڪلھ جي ڇوڪرن وانگر بلڪل ڪين هو. هُن ۾ نہ هُئي اُها چستي ڦُڙتي. نہ اُهو بناءُ سينگار جيڪو اَڄڪلھ جي جَوانن ۾ نظر ايندو آهي. هوُ تہ هميشھ پنهنجي پڙهڻ ۽ ٻارن کي پڙهائڻ ۾ ئي مشغوُل رَهندو هو، نالو بہ بلڪل پُراڻي زماني جو هُيس چيتن.

اُن وقت جي ڪاليج جي ماحول ۾ رَهندي مُنهنجي مَنَ ۾ اَهڙي ساٿيءَ جو تصَوُر پيَدا ٿيو هو جيڪو نہ رُڳو ڪِيرو جَوان هُجي، گهُمڻ، کائڻ پِهرڻ جو شونقين هُجي ۽ سُني ڪَمائي ڪَندڙ هُجي. مونکي اَهڙو ساٿي ملُيو اَنيل جي روُپَ ۾. هوُ هِڪ ايم آر (ميڊيڪل ريپريزينٽيٽو) هو جنهنکي پَگهار سان گڏ ٽوُرنگ پيٽو بہ خوُب ملندو هو. هُن ۾ اُهي سڀ خوُبيوُن هُيوُن جيڪي موُن پنهنجي جيون ساٿيءَ ۾ پائڻ جو سوچيو هو. هوُ ويجهو ڪنهن شهر م رهندو هو پر اَسانجي شهر ۾ مهني ۾ هڪ ڀَ دفعا دوري تي ضروُر ايندو هو.

هُن سان مُنهنجي ملاقات بہ عجيب طريقي سان ٿي. هڪ ڏينهُن مان ۽ مُنهنجي ساهڙي ڪاليج مان ٻپجي ٻارهين بجي جو شو ڏسڻ وياسين. اُتي وڃي پَتو پيو تہ پڪچر جوُن سڀ ٽڪيٽوُن وڪامي چُڪيوُن آهن. نراش ٿي واپس موٽڻ واريوُن هُيوُسين تہ هڪ ڇوڪري اَسانکي ٻَ ٽڪيٽوُن ڏيڻ جي آڇ ڪئي. اَسانکي هُنجي نِيتَ ۾ شڪُ پيو. پَر هُن ٻُڌايو تَہ جيئن تہ سندس دوست اَچان ڪين آيو آهي انڪري هو پڻ واپس وڃي رهيو آهي. هُن وٽ ٻَ ٽڪيٽوُن آهن جيڪي اَسانکي ساڳي اَگهہ تي ڏيڻ لاءِ تيار آهي. جيئن

تہ اَسانکي اها پڪچر ڏسڻي بہ هُئي انکري وَڏيڪ کُجھہ سوچڻ بنان اَسان ٽڪيٽوُن وٺي اَندر هلي ويونسين.

ٻئي ڏينهُن ان ساڳيءَ ساهڙيءَ سان گڏ مان ڪاليج وڃڻ لاءِ بس اسٽاپ تي بيٺي هُيس تہ هڪ آٽو رڪشا اَچي اَسانجي اڳيان بيٺي جنهن ۾ اهو ساڳيو جَوان ويٺو هو. ان اسانکي هُن سان گڏ آٽو ۾ هَلڻ جي آڇ ڪئي. مان کُجھہ جهجهڪيس پر مُنهنجي ساهڙي ٽپو ڏيئي رڪشا ۾ اهو چوندي ويٺي تہ بس الائي ڪڏهن اَچي ۽ ڪاليج پهچڻ ۾ دير ٿيندي. مجبوريءَ ۾ مونکي بہ آٽو ۾ ويهڻو پيو. ڪاليج پهچي اَسان ٻئي ساهڙيوُن بنان هُنجي مهرباني مڃيندي گيٽ جي اَندر هلي ويونسين ۽ هوُ بہ بنان کُجھہ چوَڻ جي رَوانو ٿي ويو.

اِن ڳالھہ کي اٽڪل هڪ مهنو گذري ويو. ان وچ ۾ مُنهنجي اُها ساهڙي مونکي چيڙائي چوَندي هُئي تہَ اهو سهڻو جَوان مونکي پيار ٿو ڪري چاڪاڻ تہ هُنجي نظرن مان اهو صاف ظاهر آهي. هوءَ ان سان گڏ اهو بہ چوَندي هئي تہ جيڪڏهن مان ان چوڪري ۾ چاهُہ نہ رکندي هُجان ها تہ هوءَ پاڻ ان جَوان کي پنهنجي لاءِ چاهڻ ٿي چاهي. مان هميشھہ اهو چئي ٽاري ڇڏيندي هيس تہ جيڪڏهن ائين هجي ها تہ هوُ ضروُر وري اَسان سان ملي ها.

هڪ ڏينهن مان ڪاليج مان نڪتس تہ موُن ان جَوان کي ڪاليج جي گيٽ کان کُجھہ پري بيِٺو ڏٺو. جڻ هو ڪنهن جو اِنتظار ڪري رهيو هو. مونکي ڏسي هوُ مُنهنجي طرف وڌيو مان ڏڪي ويس. هُن مُنهنجي طرف اَچي مُنهنجي ان ساهڙيءَ لاءِ پُڇيو تہَ هوءَ ڪٿي آهي. موُن هُنکي ٻُڌايو تہ هوءَ اَڄ ڪاليج ڪين آئي آهي. هُن موُنکي ڪاليج جي ويجهو ريسٽارنٽ ۾ هلي ڪافي يا ڪولڊڊرنڪ پيِئَڻ جي آڇ ڪئي. موُن ڪيس چيو، "مان ڪنهن

اٿڇاڻ جي اَهڙي آڇ قَبوُل نہ ڪرڻ لاءِ مجبوُر آهيان، جَنهنجي باري مان ڪجھ نٿي ڄاڻان ۽ نہ اهوئي پتو اَٿم تہ هُنجو نالو ڇا آهي؟“

اُن جَوان ڪِلندي پنهنجي کيسي مان هڪ وِزِٽنگ ڪارڊ ڪڍي ڏيندي چيو،”مُنهنجو نالو انيل آهي مان هن ڪمپنيءَ ۾ ايم.آر. آهيان. هڪ ويجهي شهر ۾ رَهندو آهيان ۽ هتي ڪڏهن ڪڏهن دوري تي ايندو آهيان. مُنهنجي گهر ۾ مُنهنجي ماءُ ۽ نَنڍي ڀيڻ کان سواءِ ڪو ڪِين آهي. مُنهنجي عُمر 28 سال آهي ۽ مان اَڃان ڪُنوارو آهيان. مان هڪ شريف انسان آهيان اهڙا گهڻا ئي سرٽيفِڪيٽ مُنهنجي فائيل ۾ موجوُد آهن. وٽ، هاڻي مون پنهنجي باري ۾ ڄاڻ ڏني. توُن جيڪڏهن پنهنجي پهچاڻ ڏيندينءَ تہ اَسانجي ڄاڻ پَهچاڻ پوُري ٿيندي“.

موُنکي انيل جي ان نموُني پنهنجي ڄاڻ ڏيڻ تي ڪل اَچي ويئي. موُن هُنکي پنهنجو نالو ٻُڌايو. ان کان وڌيڪ ڪجھ مان چَوان ان کان اڳ هُن چيو،”نيڪ آهي باقي پهچاڻ مان ريسٽارنٽ ۾ ٽيبل تي ويهي فرصت ۾ پاڻ چاهيندس“.

انکان پوءِ انيل سان منهنجي مُلاقات ٿيندي رهندي هُئي. مونکي پوُرو يَقين ٿي ويو هو تہ هوُ مونسان ملڻ خاطر ئي ڪاليج وڃڻ يا موٽڻ وقت ڪٿي نَہ ڪٿي ضروُر ملي ويندو هو ۽ ڏيکاريندو اِئين هو تَہ اَهڙو مِلڻ رُڳو هِڪُ اِتفاق هوُندو هو. ڏيري ڏيري مان بہ هُنسان ملڻ خاطر بيتاب رهڻ لڳيس. هوُ پهريائين مهني مهني اَسانجي شهر ۾ دوري تي ايندو هو پر ڏيري ڏيري هوُ پندرهن ويهَن ڏينهن ۾ اَچڻ لڳو ۽ هر دفعي تي چار ڏينهن رهي ويندو هو. هُنجي وَڃڻ کان پوءِ هُنجي ٻئي دفعي جي اَچڻ جو بي صبريءَ سان اِنتظار ڪندي هُيس.

اِن نَموُني ٻَہ سال گُذري ويا. موُن بي.اي. پاس ڪئي ۽ ماءُ کان ايم.اي. ۾ داخلا وٺڻ جي اِجازت گهُريَم. ايم.اي. ۾ داخلا وٺڻ جو مکيہ سبب اهو هو تہ مونکي انيل سان ملڻ جو موقعو ملندو رهندو. پر مميءَ منع ڪئي ۽ چيائين تہ هوءَ مُنهنجي شادي ڪرائي پنهنجي هڪ ذميواري کان آزاد ٿيڻ ٿي چاهي. موُن ڪيس گهٽيوُن آزيوُن نيزاريوُن ڪيوُن پر هُن ڪونہ مڃيو. اَنيل جڏهن ٻئي دفعي آيو تہ مون ڪيس ٻُڌايو تہ هاڻي اَسانجو مِلڻ مُشڪل ٿيندو ڇاڪاڻ تہ مان هاڻي ڪاليج اَچي ڪونہ سگهنديس. موُن ڪيس پنهنجي شاديءَ واري ڳالهہ بہ ٻُڌائي. اَنِيل اهو سڀ ٻُڌي ڪُجهہ سوچَ ۾ پئجي ويو.

اُن ڏينهَن شام جو اَنيل اَسانجي گهر آيو ۽ مُنهنجي مميءَ کان هن پنهنجي لاءِ مُنهنجو هَٿ گهُريو. مُنهنجي مَميءَ جيڪي بہ سَوال هُن کان ڪيا تنهنجا جَواب هُن فهميدگيءَ سان ڏنا ۽ پنهنجي باري ۾ سڀ صاف صاف ٻُڌايو ۽ ايترو بہ ٻُڌايو تہ مان ۽ هوُ ڪُجهہ ڏينهن کان مَلندا رهندا آهيوُن ۽ هڪ ٻئي ڪي پيار ڪندا آهيوُن. انيل جي ڳالهيُن ۽ شَرافَت جي هَلت مميءَ تي ڪافي اَثَر ڪيو. هُن اَنيل کي چيو تہ شاديءَ جوُن ڳالهيوُن وڏن جي وِچ ۾ ٿِيَن تہ وڌيڪ سُنو انڪري اَنيل جيڪڏهن پنهنجي ماءُ ۽ ڪِن ٻِيَن وَڏَن کي گهُرائي ڳالهيوُن ڪري تَہ فيصلو ٿي سگهي ٿو. اَنيل هڪدم راضي ٿيو. هُن ٻُڌايو تہ مُقرر ڏِينهَن تي هُنجي ممي ۽ ٻيڻ ٽي وڏيڪ ڳالهيوُن ڪرڻ لاءِ ايِنديوُن.

وَڃڻ کان اڳہ هُن مُنهنجي ماءُ کي نِهايَت اَدَب سان وينتي ڪئي تہ هوُ مونکي ڊِنَر لاءِ وٺي وڃڻ ٿو چاهي. مُنهنجي ماءُ پُراڻن خيالن جي ڪين هئي انڪري هُنکي ان ۾ ڪو اعتراض نظر ڪين آيو. هُن بنان ڪَنهِن جهِجهَڪ جي موڪل ڏني.

اَسان ٻئي اُتان هلي اَنيل جي ان هوٽل جي ڪمري ۾ پهتاسين جتي اچي هوُ رَهندو هو. هُنکي پنهنجي اها ٻئگ رکٽي هُئي جنهن ۾ دوائن جا سئمپل هوُندا هُئا. تنهنڪان سواءِ هُن فريش ٿيڻ ٿي چاهيو. باٿ روم مان جڏهن هوُ موٽيو تہ مان پلنگ تي ليٽي مئگزن پڙهي رهي هيس. مونکي هُنجي موٽڻ جو پتو ڪين پيو. مُنهنجي ان پلنگ تي ليٽڻ جي طريقي يا ڪنهن ٻي ڳالهہ جي ڪري چُپ چاپ اَچي مُنهنجي پرسان ليٽيو. مان اَجان ڪجهہ سمجهان ۽ پاڻ کي سنڀاليان انکان اڳ هُن مونکي پنهنجي آغوش ۾ جڪڙيو. موُن پاڻ کي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي پر مُنهنجي هر ڪوشش کي ناڪام ڪندي پاڻ وڏيڪ سوگهو جهليو. انکان پوءِ هُن مُنهنجا ڳِل، لَبَ، اَکيوُن، ڪَنڌُ ۽ مُنهُن چُمڻ شروع ڪيو. اِئين تہ ان کان اڳ بہ انيل هڪ ٻہ دفعو مونکي چُميو هوندو پر ان ڏينهن هُنجي چُمڻ جي انداز ۾ واسنا جي جهلڪ صاف ڏسڻ ۾ پئي آئي. ڪيتري ڪوشش ڪندي مان پاڻ کي هُن کان الڳ ڪري ڪين سگهيس ۽ اهو ٿي گذريو جيڪو نہ ٿيڻ کپندو هو. تنهن کان پوءِ اَنيل کي پڻ احساس ٿيو تہ هُن جيڪي ڪيو اهو نيڪ ڪين هو ۽ ان لاءِ هن موُنکا معافي پڻ گهُري. ان سان گڏ هُن مونکي اهو بہ دِلاسو ڏِنو تہ هاڻي هوُ مُقرر تاريخ تي پنهنجي ماءُ کي ضروُر وٺي ايندو ۽ شادي بہ جلد ڪرڻ لاءِ هنتي دٻاءُ وجهندو جيئن ڪنهن شَڪَ جي ڪا گُنجائش نہ رهي.

مُقرر تاريخ تي تہ ڇا مهني تائين نڪو انيل ماءُ کي وٺي آيو ۽ نڪو هُنجي خبر پيئي. ان وچ ۾ شَڪُ پَڪَ ۾ بدلجي ويو تہ مان گربي سان هُيس اِنڪري مون پنهنجي ماءُ کي سڀ ڪولي ٻُڌايو، مُنهنجي ماءُ کي غصّو تہ آيو پر حالت جي نزاڪت جاڻي هوءَ چُپ رهي سوچڻ لڳي. هُن چُپچاپ چيتن کي موڪلي اَنيل جي ڏنل ائڊريس تي جاچ پڻ ڪرائي جنهن مان پتو پيو تہ ان ڏينهن کان پوءِ انيل پنهنجي گهر ڪين ويو آهي ۽ نڪو ڪنهنکي

هُنجي باري ۾ ڪا ڄاڻ آهي. مُنهنجوُن پريشانيوُن وڌي رهيوُن هُيوُن ۽ مُنهنجي ماءُ شانت چِت سان سوچي رهي هُئي.

هڪ ڏينهن مُنهنجي ماءُ مونکي ٻُڌايو تہ چيتن مونسان شاديءَ لاءِ راضي آهي. مون نٿي چاهيو تہ ڪنهن شريف اِنسان جي شرافت جو فائدو وٺي ان سان دوکو ڪجي. سو مان موقعو ڏسي چيتن سان اڪيلي ۾ مليس ۽ کيس هرڪا ڳالهہ صاف صاف ٻُڌايم. مُنهنجوُن ڳالهيوُن ٻُڌي چيتن چيو،"توُن جيڪي مونکي ٻُڌائي رهي آهِين اهي سڀ ڳالهيوُن تنهنجي ماءُ مونکي اڳ۾ ئي ٻُڌائي چُڪي آهي. انڪري توکي ڪا چنتا ڪرڻ جي ضرورت ڪين آهي. مان سڀ ڳالهيوُن ڄاڻي، سوچي سمجهي توسان شادي ڪرڻ لاءِ راضي ٿيو آهيان. مَتان توُن سمجهين تَہ ڪنهن همدرديءَ جي ڪري مان اِئين ڪري رهيو آهيان. انڪي مان پنهنجو فرض سمجهي ائين ڪري رهيو آهيان. چئن سالن کان مان توهانجي گهر ۾ هڪ ڀاتيءَ وانگر رهي رهيو آهيان ۽ توهانجي هر دک درد ۾ حصيدار ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي اَٿم. مونکي پنهنجي ذميواريءَ جو پوُرو پوُرو احساس آهي اِنڪري مان توهانجي نَہ پنهنجي ڪُٽُنب جي عِزَت خاطر ائين ڪري رهيو آهيان".

موُن چيو،"انيل لاءِ مُنهنجو پيار سَچو هو ۽ اَڄ بہ مان سيني ڳالهيُن هوُندي ٻڻ هُنکي اوترو ئي پيار ڪيان ٿي ۽ شايد عُمر ڀر ڪندي رهنديس. مان اهو واعدو ڪرڻ جي حالت ۾ ڪين آهيان تَہ شاديءَ کان پوءِ مان هُنکي وِساري توکي پيار ڪري سگهنديس يا پيار موٽائي سگهنديس. انکان سواءِ پنهنجي پيٽ ۾ پلجندڙ انيل جي نشانيءَ کي بہ مان جنم ڏيئي ان کي پالڻ چاهينديس. ڇا توکي اهو سڀ منظور آهي؟"

چيتن جواب ڏنو،"مان پاڻ هڪ ڊاڪٽر آهيان انڪري توکي ڪا غلط صلاح ڪين ڏيندس. مون توکي اڳ ۾ئي چيو تہ مان پنهنجي ذميواري

سمجهي توسان شادي ڪري رهيو آهيان ان ۾ پيار جي موت ۽ پيار پائڻ جي ڪا اِڇا ڪين آهي. مان توکي پاڻ وٽ انيل جي اَمانَت سمجهي رکندس ۽ جنهن ڏينهن بہ انيل واپس اَچي توکي اَپنائڻ لاءِ تيار ٿيو تہ مان بنان ڪنهن جهِجهَڪ جي توکي پنهنجي هر بنڌن کان آزاد ڪندس. مان توتي ڪڏهن بہ پنهنجو حق نَہ جتائيندس. اِهو مُنهنجو واعدو آهي“.

مؤن چيتن کي هر طرح سان مونسان شادي نَہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر هُن وٽ مُنهنجي هَر سَوال جي جوابَ جو ترڪ مؤجود هو. آخر مونکي چُپ ڪرائڻ جي خيال کان هُن مونکي چيو تہ جيڪڏهن مُنهنجي يا اَسانجي مُشڪلات جو ڪو ٻيو رستو هجي تہ اسان اهو اختيار ڪرڻ لاءِ آزاد آهيؤن ۽ هوُ مونسان شادي ڪين ڪندو. سچ پچ ان وقت اَسان جي سامهؤن ٻيو ڪو چاڙهو ڪين هو اِنڪري مجبؤر ٿي مونکي چيتن سان شادي ڪرڻي پئي.

-----

اَسانجي شاديءَ کي اٽڪل سَتَ سال ٿي چُڪا آهن. مؤن انيل جي ڌيءُ کي جنم پڻ ڏنو آهي پر قانوني طرح هوءَ چيتن جي ڌيءُ آهي. هِنن سَتن سالن ۾ چيتن ڪڏهن بہ مونسان شاريرڪ سنبنڌ قائم ڪين ڪيو آهي. نِڪي ڀلي چيتن جي ڌيءُ ڪين آهي پر ان کي پالڻ ۾ هُنجو حصو مُنهنجي حصي کان ڪنهن بِہ صورت ۾ گهٽ ڪين هوندو. نِڪيءَ کي جنم برابر مؤن ڏنو پر اُن کي پالي وڏي ڪرڻ جؤن پؤريؤن ذميواريؤن چيتن پاڻ تي کنيؤن آهن. هُن مونکي اهو ٻيو سَبُ ڪُجهہ ڏِنو آهي جيڪو هِڪُ پتي پنهنجي پتنيءَ کي سُکي رکڻ لاءِ ڏيندو آهي. مونکي ڪنهن بہ زيور، ڪپڙي، پئسي يا ڪنهن ٻي ڳالهہ جي ڪَمي مَحسوس ٿيڻ ڪينِ ڏِني آهي موت ۾ هن ڪڏهن بہ پتيءَ جي حقن جي گهُر مونکان نہ ڪئي آهي. دُنيا جي نظرن ۾ اَسان هڪ آدرش

جوڙي جي صوُرت ۾ مشهوُر آهيوُن پر مونکي پَتو آهي تہ مان چيتن کي کيئن پتيءَ جي سُک کان محروم ڪري رکيو آهي. اسانجي وچ ۾ هڪ اهڙي ديِوار آهي جيڪا دُنيا جي نظرن کان تہ غائب آهي پر جنهن کي پار ڪرڻ جي چيتن ڪڏهن بہ ڪوشش ڪين ڪئي آهي. اَسان بِئي اَلگ اَلگ ڪمرن ۾ سُمهندا آهيوُن ۽ نِڪي پوين پنجن سالن کان موُنکان وڌيڪ چيتن سان گڏ سُمهندي آهي. اسانجي ڪمرن جي وچ جو دروازو چاهي بند ڪين هوُندو آهي پر چيتن ڪڏهن بہ پُلي پُلائي مُنهنجي ڪمري ۾ ڪين آيو آهي. چيتن نِڪيءَ کي پنهنجي ڌيءُ وانگر ئي پيار ڪندو آهي ايتري قدر جو نيرن ۽ رات جي روٽيءَ وقت ڪيترو بہ مشغول هوندي، حاضر ٿي نِڪيءَ سان پيار پريوُن ڳالهيوُن ڪندو آهي.

اَسانجي زندگي ائين ئي گُذري رهي هئي تہ اوچتو هڪ ڏينهن هڪ پارٽيءَ ۾ منهنجي مُلاقات اَنيل سان ٿي. هُنکي ڏِسندي ئي مونکي حيرت سان گڏوگڏ ڌڌڪو پڻ لڳو ۽ مٿو چڪرائڻ لڳو. اُن وقت جيڪڏهن چيتن مونکي نَہ سَنڀالي ها تہ شايد مان ڪري پَوان ها. مُنهنجي طبيعت ٺيڪ نَہ ڏسي چيتن مونکي هڪدم گهر وٺي آيو ۽ دوا ڏيئي سُمهڻ لاءِ تاڪيد ڪري نِڪيءَ کي وٺي پنهنجي ڪمري ۾ هليو ويو. دَوا جي اَثَر هيٺ مونکي پڻ جلد ئي ننڊ اچي ويئي.

ٻئي ڏينهن صبوح منهنجي من ۾ آنڌمانڌ شروع ٿي ويئي. مونکي سمجهہ ۾ ئي نہ ٿي آيو تہ مان ڇا ڪريان. ڇا انيل جي باري ۾ چيتن کي ٻڌايان؟ ڇا اَنيل مونکي سويڪار ڪندو؟ ڇا اَنيل اهو سويڪار ڪندو تَہ نِڪي سندس ڌيءُ آهي؟ چيتن کي ڇاهي مان پتنيءَ جي هر سک کان محروُم رکي چُڪي آهيان پر ڇا چيتن پنهنجي واعدي تي قائم رهي مونکي انيل لاءِ سيني ٻنڌنن کان آزاد ڪرڻ لاءِ تيار ٿيندو؟ ڇا ان ۾ اسانجي، خاص ڪري

چيتن جي بدنامي ڪين ٿيندي؟ چيتن جڏهن مُنهنجو حال چال پڇڻ آيو تہ مون ڪيس پورو مُنهن بہ ڪين ڏنو. اڳ ۾ پڻ گهٽا ئي دفعا جڏهن بہ اَنيل جي ياد مونکي ايندي هئي تہ مان هُن سان ان نموني بيمُروَت هلت هَلندي هُيس. اِنڪري چيتن مونکي وڏيڪ پريشان ڪرڻ واجب نہ سمجهي مونکي مُنهنجي حال تي ڇڏي پنهنجي ڪم تي هليو ويو.

منجهند جو اٽڪل ساڍا ٻارهن لڳا هوندا، در تي هلڪو کڙڪو ٿيو. گهر ۾ ان وقت ڪو ڪين هو. نِڪي اسڪوُل ويئي هُئي ۽ چئين بجي کان اڳ موٽڻ واري ڪين هئي. گهر جي نوڪرياڻي پڻ پنهنجو ڪم پورو ڪري ويئي هئي. چيتن جي منجهند جو روٽي کائڻ لاءِ گهر اچڻ جي پَڪَ ڪين هوندي هئي. مون اُٿي در کوليو. مونکي پنهنجي اکين تي اعتبار ڪين ٿي آيو ڇاڪاڻ تہ دَر جي ٻاهران اَنيل بيٺو هو. هُنکي ڏسندي ئي مُنهنجي وات مان ازخود نڪري ويو،"توُن؟" ۽ ان سان گڏ پوين سَتَن سالن کان اکين ۾ روڪيل آنسون پنهنجا سڀ بنڌن ٽوڙي هڪ طوُفاني نديءَ وانگر وهي نڪتا.

اَنيل اڳتي وڌي مونکي ڀاڪر ۾ جهليو ۽ مان پاڻ کي روڪي ڪين سگهيس ۽ اوڇنگاروُن ڏيئي روئڻ لڳيس. ان وقت مونکي ان ڳالهہ جي بہ سُڌ ٻُڌ نہ رهي تہ کُليل دروازي تي ئي اَنيل مُنهنجا وَهندڙ لُڙڪ اُگهي رهيو هو ۽ پرچائي رهيو هو.

روئي روئي جڏهن مَنُ ڪُجهہ شانت ٿيو تہ مُنهنجي سُڌ ٻُڌ واپس آئي ۽ موُن جلد دروازو بند ڪري اَنيل کي اندر اچڻ لاءِ چيو. مان وڏيڪ ڪجهہ پُڇان ان کان اَوَل انيل ڇَوَڻ شروع ڪيو۔

”ميتا، توُن مونکي بيوفا سمجهندينءَ پر مان توکي وشواس ڏيارڻ لاءِ ٿي هتي آيو آهيان تہ مان بيوفا ڪين آهيان. حالتن جو شڪار هڪ بيوس اِنسان آهيان.

مان جڏهن ماءُ کي شاديءَ جي پڪ ڪرڻ لاءِ ونئي اَچڻ لاءِ گهر پهتس تہ اوچتو مونکي مٿي ۾ سخت سوُر اَچي پيو ۽ ان سان گڏ چڪر اَچڻ لَڳا. ڊاڪٽرن جاچ ڪري ٻڌايو تہ شايد دماغي سوج (برين ٽيوُمَر) آهي ۽ اهو ايترو وڌي چُڪو آهي جو بنان جلد آپريشن ڪرڻ جي ٻيو ڪو رستو ڪين آهي. آپريشن کان پوءِ بہ مُنهنجا سڀ انگ ٺيڪ طرح سان ڪم ڪري سگهندا اِن جي بہ ڪا گارنٽي ڪين آهي. علاج تي خرچ بہ چڱو اَچي ويندو ۽ ان لاءِ اَسانکي هڪدم مُمبئي يا مدراس وڃڻو پوَندو. مُنهنجي ماءُ هڪدم پنهنجا زيور وغيره وڪڻي مونکي مُمبئيءَ وٺي ويئي. اهو سڀ ايترو جلد ٿيو جو ڪنهنکي اطلاع ڏيڻ جو وقت ئي ڪين مليو.

مُنهنجي مَغزَ جو آپريشن ٿيو ۽ ڀڳوان جي دَيا سان ڪامياب پڻ ويو. مُنهنجي نَہ رڳو جان بَچِي ويئي پر شرير جي ڪنهن انگ تي ڪو اَثر ڪين پيو جنهنجو ڊاڪٽرن کي اَنديشو هو. آپريشن کان پوءِ مان پورو ڏيڍ مهنو بيهوش رهيس چاڪاڻ تہ ڊاڪٽرن نٿي چاهيو تہ مُنهنجي دماغ تي هڪدم ڪو زور پوي اِنڪري هوُ مونکي اَهڙيوُن دَوائوُن ڏِيندا رهيا. مونکي ٺيڪ ٿيڻ ۾ پورا ٻارهن مهنا لڳي ويا ۽ ان وچ ۾ اسانجي گهر جي ميڙي چونڊي سڀ ختم ٿي ويئي، ايتري قدر جو مُنهنجي ڀيڻ جي شاديءَ لاءِ رکيل زيور پڻ مُنهنجي علاج تي سواهہ ٿي ويا. ڪُجهہ ٺيڪ ٿيڻ تي پَتو ڪڍيُم تہ ڄاڻ پيئي تہ تُنهنجي شادي ٿي چُڪي آهي“.

ميتا چُپ هئي. هوءَ ڇا چوي تہ ڪهڙين حالتُن ۾ ڪيس شادي ڪرڻي پيئي هئي. مِيتا کي چُپ ڏسي اَنيل وڌيڪ چوَڻ شروع ڪيو،

”بيماريءَ ۾ منهنجي نوڪري بہ هلي وئي. گهر جي خرچ هلائڻ ۽ بيماريءَ جا خرچ پوُرا ڪرڻ لاءِ مُنهنجي پيڻ کي نوڪري ڪرڻي پئي هُئي. مان ائين تہ ٺيڪ ٿي چُڪو هوس پر ڊاڪٽرن جو چَوڻ هو تہ مونکي دماغي يا بدني محنت ڪان ڪجھہ وقت تائين دوُر رهڻو پَوندو. ائين نَہ ٿئي تَہ مرض وري اُٿلجي پَوي. انڪري مُنهنجي ماءُ ۽ پيڻ مونکي نوڪري ڪرڻ ڪين ڏينديوُن هُيون. هينئر سال کن ٿيو آهي تہ مان دَوائُن جي هڪ دُڪان تي سيلسمئن ٿي ڪم ڪري رهيو آهيان. انجو مالڪ اُهو آهي جنهن جي گهر توهان پارٽيءَ تي آيا هُئا. مُنهنجي ماءُ جي اِچا تَہ ڪين هُئي تَہ مان نوڪري ڪريان پر مُنهنجي پيڻ جي وڏَندڙ عُمر، اُنجي شاديءَ جي خيال کان مجبوُر ٿي هُن مونکي نوڪري ڪرڻ جي اِجازت ڏني آهي. ميِتا مونکي ٻُڌاءِ چا توُن مونکي اَجان پنهنجو ڏوهي ٿي سمجهين؟“

اَنيل جو داستان ٻُڌي ميِتا جي دل ڪُجھہ پگهري. هونءَ بہ هوءَ اَجان تائين اَنيل کي ڪين وِساري سَگهي هُئي. اَنيل جي سَوال جي جَواب ۾ ميِتا کيس ٻُڌايو تہ ڪَهڙي مَجبوُريءَ ۾ هُنکي چيتن سان شادي ڪرڻي پيئي. هُن کيس اهو بِہ ٻُڌايو تہ هوءَ اَنيل جي هُئي، اَنيل جي آهي ۽ اَنيل جي رَهندي. ميِتا کيس چيو تہ هوءَ هينئر بِہ اَنيل سان شادي ڪرڻ لاءِ تيار آهي جيڪڏهن اَنيل چاهي ٿو تہ. اَنيل جَواب ڏِنس،”چا چيتن توکي ڇڏيِندو؟“ ميِتا ٻُڌايس،”چيتن مونسان واعدو ڪيو هو تہ جڏهن بہ مان چاهينديس هوُ مونکي آزاد ڪندو. اَصل ۾ هوُ مونکي تُنهنجي اَمانَتَ سمجهي مونسان هلت هليو آهي ۽ هيترن ڏينهن ۾ هن مُنهنجي وارَ کي بِہ ڪين ڇُهيو هوُندو. چؤ چا توُن مونکي سويِڪار ڪَرَڻ لاءِ تيار آهيِن؟“

اَنيل جواب ڏِنس،”مان تيار آهيان. رُڳو هڪ شرط آهي. موُن توکي اڳ ۾ ئي ٻُڌايو آهي تہ مُنهنجي ميڙي چونڊي ختم ٿي چُڪي آهي

مونکي پنهنجي پيڻ جي شادي بہ ڪرڻي آهي تنهن ڪان سواءِ مُنهنجي پَگهار بہ ايتري ڪونہ آهي انڪري توکي منهنجي مدد ڪرڻي پَوَندي. توکي نوڪري بہِ ڪرڻي پَوَندي“.

ميتا تَہ اَنيل جي پيار ۾ اَنڌي هُئي سو هڪدم ها ڪيائين. انيل بئي ڏينهن اَچڻ جو واعدو ڪري ويو جيئن ميتا چيتن سان ڳالهائي سَگهي.

رات جو ميتا چيتن کي ٻڌايو تہ اَنيل آيو هو. اهو ٻڌي هنکي ڪو عجب ڪين لڳو. پارٽيءَ ۾ اوچتو ميتا جي حالت ڏسي شايد هُن ڀانپي ورتو هو. انڪري چيتن رڳو ايترو چيس، ”ڪَڏهن وچڻو آتئي؟“

ميتا کي اُميد ڪين هُئي تہ چيتن سولائيءَ سان مڃي ويندو. هُن تَہ سمجهيو هو تَہ هوُ اهو ٻڌي دُکي ٿيندو، آناڪاني ڪندو ۽ کيس سندس واعدو ياد ڏياري مَجائڻو پَوَندو.

ميتا آهستي چيو،”اَنيل سَڀاڻي ايندو، هُنجي اَچڻ کان پوءِ فيصلو ڪنداسين.“

چيتن ڪجهہ دير چُپ رهيو ان کان پوءِ پُڇيائين،”ڇا نِڪَيءَ کي بہِ توُن پاڻ سان وٺي وڃڻ چاهيندينءَ؟ ڇا نِڪيءَ جي باري ۾ اَنيل کي پَتو آهي ۽ هُن توسان گڏ نِڪيءَ کي بہِ سويڪار ڪيو آهي؟“

ميتا چيس،”نِڪي مُنهنجي ۽ اَنيل جي ڌيءُ آهي اِنڪري هُنکي سويڪار نَہ ڪرڻ جو ڪو ڪارڻ ڪينَ آهي. نِڪي مونسان گڏ ويندي“.

چيتن چيو،”موُن تہ رُڳو اِنڪري پُڇيو تہ جيڪڏهن توُن نِڪيءَ کي نَہ وٺي وڃڻ چاهين تہ مان هُنکي پنهنجي ڌيءُ وانگر پالڻ لاءِ تيار آهيان. دُنيا جي نظرن ۾ نِڪي مُنهنجي ڌيءُ آهي اِنڪري دُنيا کي اِن ۾ ڪو عجب ڪين لڳندو تہ نِڪي مونسان رهي“.

ميتا چيس، ”هوءَ تو سان گڏ چو رهندي. تون بہ ضرور ٻيهر شادي ڪندين. مان هرگز ڪين چاهينديس تہ نِڪيءَ کي ماتيلي ماءُ ملي“.

چيتن جواب ڏنس، ”جيڪڏهن توکي رُڳو اِهو اعتراض آهي تہ مان توسان واعدو ٿو ڪريان تہ مان وري شادي ڪين ڪندس. نِڪيءَ مونکي هردم پنهنجي پيءُ جي روُپ ۾ ئي سُڃاتو آهي. هُن لاءِ ڪنهن ٻئي کي پنهنجو پيءُ سويڪار ڪرڻ ۾ تڪليف ٿيندي. هُنجي عُمر بہ ايتري ڪين آهي جو هُنکي رشتن جون پيچيدگيون سمجهائي سگهجن. خير، تون هُنجي ماءُ آهين، توکي پوُرو پورو اختيار آهي. مان تہ رُڳو ڪُجهہ سميہ لاءِ هڪ ترستي سَمان هُيس جَنهنجو پَنهنجو ڪو حَقُ ڪين هوندو آهي. مان سڀاڻي ئي سڀ ڪاروائي ڪري توکي آزاد ڪرڻ جي ڪوشش ڪندُس. توکي جڏهن وڻي هُجي تون وَڃڻ لاءِ آزاد آهين.“

ميتا کيس ٻڌايو تہ اَنيل سڀاڻي ايندو اُنکان پوءِ ئي هوءَ پَنهنجي وڃڻ جي باري ۾ شام جو ٻَڪَ سان ڪُجهہ چَئي سَگهندي.

صبوح جو چيتن جي وڃڻ کان پوءِ انيل آيو. اَنيل ايندي ئي ميتا کي ڀاڪر ۾ جهلڻ جي ڪوشش ڪئي. ميتا کيس اِهو چَئي پاڻَ کان اَلڳہ ڪيو تہ نوڪرياڻي اجان گهر ۾ آهي. ۽ کيس ٻڌايو:

”مون چيتن سان ڳالهايو آهي، هُنکي مونکي طلاق ڏيڻ ۾ ڪو اعتراض ڪين آهي انڪري تون جڏهن بہ مونکي وٺي هلڻ چاهين مان تيار آهيان.“

اَنيل ـ ”اَسانجي شهر ڏانهن وڃڻ جي گاڏي رات جو آهي، مان ٽئڪسي وٺي ايندس، تون تيار رهج.“

ميتا ـ ”ٽئڪسي آڻڻ جي ڪا ضروُرت ڪين پَوَندي. مان تَہ هينئر بہ تيار آهيان، مونکي تہ رُڳو پَنهنجون ڪجهہ شيون ئي هتان ڪٽڻيون آهن، اِن ۾ ڪا دير ڪين لڳندي.“

انيل –"رُڳو ڪجھ شيوَن! توکي پنهنجا سڀ ڪپڙا، ڳھ ڳنا ۽ ٻيوَن روزمره جي ضرورت جوَن سڀ شيوَن پاڻ سان ڪٽي هَلڻُ گھرجن، هِن گھَر تي تُنهنجو بہ تہ ڪجھ حق آهي!"

مينا_"چيتن شاديءَ ۾ مُنهنجي ماءُ کان ڪُجھ ڪين ورتو هو، جيڪي ڪجھ موَن وٽ آهي اُهو مونکي چيتن جو ڏِنل آهي. مان جَڏهن هُنکي ڇڏي رَهي آهيان تہ پوءِ هُنجي ڏِنل شَيُن کي ڇو ڪٽي هَلان، انڪري پنهنجي ۽ نِڪيءَ جي ضروُري شَيُن کان وڌيڪ ڪجھ ڪين ڪٽي هلنديس."

انيل، عجب مان، _"هيءَ نِڪي وري ڪير آهي!؟"

مِيتا_"موَن توکي ڪين ٻُڌايو تہ ڪهڙين مجبوُريُن جي ڪري مونکي چيتن سان شادي ڪرڻي پئي؟ ان رات جي اسانجي غلطيءَ جي نِشاني آهي نِڪي، جيڪا هينئر سادِن ڇَهن سالن جي آهي، هوءَ تُنهنجي ڌيءُ آهي."

اَنيل_"ڪڏهن بہ اها ڳالھ مُنهنجي دماغ ۾ ڪين آئي آهي تہ مُنهنجي ڪا ڌيءُ بہ هوُندي. موَن تہ هيترا ڏينهن توکي اڪيلو ئي تصّور ۾ رکيو آهي. مان نٿو چَوان تہ نِڪي مُنهنجي ڌيءُ نٿي ٿي سگھي پر دُنيا ان ڳالھ تي ڪيئن وشواس ڪندي تہ تنهنجي شاديءَ کانپوءِ جنم ورتل هيءَ نِڪي مُنهنجي ڌيءُ ٿي سگھي ٿي. تنهنکان سواءِ نِڪي اَجان ٻار آهي اِنڪري هُنکي سمجهائڻ مُشڪل ئي ڪين، ناممڪن آهي تہ هوءَ چيتن جي نہ پر مُنهنجي ڌيءُ آهي. هوءَ بہ شايد مونکي پيءُ ڪري مڃڻ لاءِ تيار نَہ ٿئي. انکان سواءِ نِڪيءَ جي جنم جي باري ۾ ٻُڌائڻ سان ڇا تُنهنجي ۽ مُنهنجي پَريوار جي عِزت خراب ڪين ٿيندي؟ تُنهنجي پيڻ جي شادي ٿي چُڪي آهي پر مونکي تہ پنهنجي پيڻ جي شادي ڪرڻي آهي."

ميتا_"نِڪي تُنهنجي ۽ مُنهنجي ڌيءُ آهي اِنڪري اَسان سان ئي رَهندي. باقي رهي ڳالھ عِزّت وڃڻ جي سو اُها تہ چيتن جَهڙي اِنسان کي ڇڏي

توسان هلڻ ۾ تہ هونءَ بہ ويندي ٿي. مان تُنهنجي پيار پائڻ خاطر ڪُجھ بہ خواري سهڻ لاءِ تيار آهيان."

اَنيل ـ "ميتا توُن خواري سَهي سگهين ٿي پَر مان اِن حالت ۾ ڪين آهيان. اِن ڳالھ جو بہ ڪھڙو ثبوُت ڏيندس تہ نِڪي مُنهنجي ڌيءُ آهي ؟"

ميتا ـ "مان جَڏهن ڇِئي رَهي آهيان تہ نِڪي تُنهنجي ڌيءُ آهي اِن ڪان وڌيڪ ڪھڙو ثبوُت ٿي سگهي ٿو. ماءُ کي پتو هوُندو آهي تہ هُنجي ٻار جو پيءُ ڪير آهي. خاص ڪري اُن حالت ۾ جَڏهن ڇيتن سان مُنهنجو اَڄ تائين ڪو شاريرڪ سَنبَنڌ ڪونہ ٿيو آهي."

اَنيل ـ "مان هن وقت اِن بَحث ۾ نٿو پَوَڻ چاهيان تہ نِڪي مُنهنجي ڌيءُ آهي يا نَہ، مون توکي اڳ ۾ ئي ٻُڌائي ڇَڏيو آهي تہ مان پنهنجي ماءُ ۽ تُنهنجي خرچ جيترو بہ ڪين ڪمائي رهيو آهيان اِنڪري ئي موُن توکي نوڪري ڪرڻ جو شرط رَکيو هو. هاڻي هڪَ وڌيڪ ٻاتيءَ جو بارُ کڻڻ جي طاقت موُن ۾ ڪين آهي."

ميتا ـ "مان جڏهن نوڪري ڪري تُنهنجي بار کي هَلڪو ڪرڻ ۾ ڀاڱيدار ٿينديس تہ نِڪيءَ جو بار رُڳو توتي ڪيئن پَوَندو؟"

اَنيل ـ "مونکي سمجھ ۾ نَٿو اچي تہ توُن نِڪيءَ کي پاڻ سان گَڏُ وَٺي هَلڻ لاءِ ايترو ضِدّ ڇو ڪَري رهي آهين، خاص ڪري جَڏهن تو اهو فيصلو ڪيو آهي تہ هِتان توُن گهٽ ۾ گهٽ سامان کڻي هلندينءَ. مان پنهنجي ماءُ ۽ ڀيڻ کي توکي وٺي وڃڻ جو ڪارڻ سمجهائي سگهان ٿو پر نِڪيءَ جي باري ۾ اُنهن کي ٻُڌائي مان پاڻ کي سندن نظرن ۾ ڪيرائڻ ڪين چاهيندس. قانوُني طور نِڪي اَڃان ڇيتَن جي ڌيءُ آهي ۽ جيستائين توهانجو طلاق منظور ڪين ٿيو آهي، نِڪيءَ جي باري ۾ ڪورٽ جو ڪو فيصلو ڪين ٿيو آهي، تيستائين نِڪيءَ کي هِتي ئي رَهڻ ڏين تہ بهتَر ٿيندو. انڪان پوءِ بہ جي توُن

نِڪيءَ کي وَني هَلڻُ چاهين تہ پوءِ پنهنجا زَر زيور بہ توکي ڪٽي هَلڻا پَوندا جيئن اُهي پيڻ جي شاديءَ ۾ مونکي ڪَم اَچي سَگهن.“

ميتا ڪيس چيو تہ مانٰ انهيءَ باري ۾ غور ڪنديس، هوُ رات جو اَچڻ جو واعدو ڪري هَليو ويو. ميتا سوچَ ۾ پئجي وئي. شام جو چيتن جي اَچڻ تي هُن ڪيس ٻڌايو تہ شايد مان اڄ رات جو اَنيل سان گڏ هلي وڃان، اِن تي هُن سندس هَٿَ ۾ هڪ بريفڪيس پڪڙائيندي چيو،

”هِنَ ۾ تُنهنجا سَڀُ ڳَهَہ ڳَنا جيڪي لاڪر ۾ پيل هُئا اُهي اٿئي، تنهنڪان سَواءِ ڏهہ هزار روڪ بہ اَٿئي، اِهي توُن ڪٽي وڃ. نِڪيءَ جي نالي جي ايڊيوُڪيشنل پالسي بہ پيَل اَٿئي جنهن جا پوُرا پئسا جمع ٿيل آهن. نِڪيءَ جي هاءِ اسڪوُل ۽ ڪاليج جي داخلا تي توکي هر سال ڪُجهہ رَقَمَ مِلندي رَهندي جَنهِن مان توُن سندس تعليم جو خَرچُ پوُرو ڪري سَگهين ٿي. نِڪيءَ جي شاديءَ وقت توکي اَدائي لک بہ مِلنداُ اُهي توکي هُنجي لاءِ ڪو سُنو وَرُ ڳولهڻ ۾ مدد ڪندا. تَنهنڪان سواءِ هن ۾ طلاق جا ڪاغذ بہ پيا اَٿئي جن تي موُن پنهنجي راضي نامي تي صحيح ڪري ڇڏي آهي، باقي توُن صحيح ڪري طلاق لاءِ درخواست ڏَئي سَگهين ٿي، توکي طلاق مِلَڻَ ۾ ڪا تڪليف ڪين ايندي. مُنهنجي هڪ آخري اِلتجا آهي تہ جيڪڏهن توُن نِڪيءَ کي ڪنهن هوسٽل ۾ رکي تعليم ڏيارڻ چاهين تہ اُنجو پوُرو خَرچُ مان ڏيڻ لاءِ تيار آهيان پر شرط اهو تہ نِڪيءَ کي اِنجو پَتو نَہ پَوَڻ گهُرجي.“

چيتن اِئين چئي وَڃڻ لڳو. ميتا ڪيس چيو تہَ رات جو سندس وَڃڻ وقت تہ هوُ هِتي حاضُر هوُندو نہ ؟ تَنهِن تي هُن جَواب ڏنو تہ اُن وقت هُنکي هڪ پارٽيءَ ۾ وڃڻو آهي اِنڪري هوُ اَلوداع ڪرڻ لاءِ حاضر ڪين رهي سگهندو. ائين چئي هوُ هليو ويو.

ميتا کي پتو هو تہ هوُ سندن کان اَلڳ ٿِيَڻُ، خاص ڪري نِڪيءَ کان الڳ ٿِيڻُ برداشت ڪري ڪين سگهندو اِنڪري پارٽيءَ جو بَهانو ڪري اُن وقت غير حاضر رَهَڻُ ئي بَهتَر ٿو سمجهي.

-----

چيتن رات جو سادي ٻارهين ٻَجي اَڪيلو ڪار ۾ گهر موٽي رَهيو هو. هُنکي وشواس هو تہ ميِتا ۽ نِڪي هِن وَقت تائين گهَرَ مان هَلي ويوُن هوُنديوُن ۽ گهَرُ هُنکي سُنسان مِلندو. هُن کي اَڪثر رات جو مَريضَن کي ڏِسَڻ خاطر وَڃڻو پوندو هو جَنهِنڪري هوُ گهر جي هِڪَ چاٻي هَميشه پاڻ وٽ رکندو هو جيئن ٻنان ڪنهن کي جاڳائڻ جي هوُ اَندر اَچي سگهي. -----

اَڄُ ٻڻ اُن چاٻيءَ سان دَرُ کولي گهَرَ جي اَندر داخِل ٿيو. گهَرَ ۾ اَنڌڪار ڇانيل هو جيڪو سندس مَنَ ۾ ڇانيل اَنڌڪار کان وَڌيڪ ڪين هو. هُن ٻَتي ٻارَڻُ واجب ڪين سَمجهي. هُن ڪپڙا بدليا ۽ پَلنگ تي وَڃي پيو. پَر ننڊ تہ ڪانئس پَري ڀڄي چُڪي هُئي. هُن جيئَن ئي پاسو ورايو تہ سندس هٿُ ڪنهِن نَرم شيءِ کي لڳو. هوُ ڇرڪُ ڀري اُٿيو. بيڊ سِوچ سان ٻَتي ٻاريائين. عَجَب ۾ پَوَندي هُن جي وات مان نڪتو،"توُن...! توُن هتي ڪيئَن!؟"

"مان حَقدار کي پَنهنجو حَقُ ڏيڻ ٿي چاهيان جنهن کان موُن هيل تائين توکي ريتي رکيو هو. چيتن، سچ پچ توُن مهان آهين."

ميتا هَٿُ وَڌائي ٻَتي وِسائي ۽ چيتن کي پاڻ ڏانهن ڇڪيو.

*

# Bio Data



| | | |
|---|---|---|
| Name | : | Lakshman Dev V. Bijlani |
| Date of Birth | : | 11 September 1930 |
| Place of Birth | : | Nawab Shah, Sindh |
| Education Qualification | : | M.A. (Eco.), LL.B. (Gold Medalist) |
| Service Experience | : | After 32 years of Gazetted Service Retired as Dy. Director, Planning, Economics & Statistics, M.P. Govt. |
| Served as | : | Secretary, M.P. Sindhi Sahitya Academy |
| Literary Contribution | : | • Sindhi Short Stories Broadcast from All India Radio, Bhopal<br>• Written, Produced, Directed Sindhi Skit on Jhulelal (Cheti Chand) Awarded 'A' Category.<br>• Sindhi Short Stories Published in 'Rimjhim' Magazine, Bhopal |

Shri Shraddha Offset : 98267 20777

# پڙهندڙ نسُل . پ ن

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهنـدڙ، سُسـت ۽ پڙهنـدڙ يا وِڙهنـدڙ ۽ پڙهنـدڙ بـہ ٿـي سـگهن ٿـا. بـين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حـالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـبِئـي جـي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن کـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نہ ڪـئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -
اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻ تي اِهو سوچي مڙهڻ تہ
”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‍ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)